عظمت ادبي اڪيڊمي نمبر ٢٨

# چين ۾ قومي سوال

ليکڪ :- چانگ چي هي

مترجم :- عمر ميمڻ

عظمت ادبي اڪيڊمي حيدرآباد

ڪتاب جو نالو:- چين ۾ قومي سوال

مصنف:- چانگ چي هي

مترجم:- عمر ميمڻ

ڇاپو:- پهريون (سنڌي)

(تيسري دنيا اشاعت گهر ڪراچيءَ طرفان اردو ۾ ڇپرايل "چين مين قومي سوال" تان ترجمو ڪيل)

قيمت ۰۰-۱۶

هي ڪتاب م-ع ميمڻ عظمت ادبي اڪيڊمي پاران سردار پرنٽنگ پريس گاڏي کاتي حيدرآباد مان ڇپائي پڌرو ڪيو.

## مهاڳ

اداري جو اناويهون ڪتاب پيش آهي. اسانجي ڪوشش اها آهي ته وقت جي گهرجن کي نظر ۾ رکي اهڙو ادب پيش ڪجي جيڪو اسان جي ٻارن جي ادبي اڃ به مٽائي ۽ سندن سوچ جو معيار بلند ٿئي، ۽ سندن ذهني ۽ نظرياتي تربيت به ٿئي. هن کان اڳ به اسانجي اداري طرفان وقت بوقت ڪارائتا نظرياتي ڪتاب پيش ڪيا ويا آهن جهڙوڪ، ١- قيدياڻيءَ جي ڊائري ٢- جنم قيدي ٣- جنگ ۽ انسان ٤- جي ماريا نه موت، ٥- ڊراڙن جا ڏک ٦- ڳالهيون ڳنوارن جون ٧- سنڌي ٻوليءَ کي للڪار ٨- ويتنامي ڪهاڻيون ٩- لڳ منهنجا لوهه ١٠- علم تدريس مظلومن لاءِ ١١- جڏهن جهوڪ جهري ١٢- اٿو لٿو ۽ اجهو ١٣- تاريخ ڇا آهي.

منهنجي ڪوشش اها رهي آهي ته نالهي نعري بازي ۽ خوامخواهه جي مخالفت ۽ تنقيد تي مشتمل ادب کان پاسو ڪجي ۽ اهڙو ادب مهيا ڪجي جيڪو پڙهندڙن ۾ اتساهه پيدا ڪري، منجهن دور انديشي ۽ وسيع النظري پيدا ڪري ۽ هو انهيءَ قابل ٿين جو وقت ۽ حالتن

کي سامهون رکي پنهنجي عمل لاءِ ڪا راهه منتخب ڪن.

چين هڪ گهڻ قومي ملڪ آهي جنهن ۾ تقريباً نوي سيڪڙو ته صرف هڪ قوم هان آهي ۽ باقي ٻيون ننڍيون ننڍيون قومون. هان قوم جي چين ۾ بنا شڪ جي اها حيثيت آهي جيڪا سمنڊ جي ننڍڙين مڇين وچ ۾ مگرمڇ جي يا جهنگ جي جانورن ۾ شينهن جي هو چاهين ها ته ننڍين قومن کي ڪنگهڻ به نه ها ۽ ملڪ جي هر وسيلي تي قابض ٿي ويهن ها، پر ملڪ جي بقا ۽ سالميت خاطر هو ننڍين قومن کي گڏ وٺي اڳتي هليا ۽ انهن جا حق انهن کي ڏيئي ۽ انهن حقن جي حفاظت ڪري ملڪ ۾ ڀائيچاري ۽ خلوص جي فضا قائم ڪئي، جنهن جي ڪري چين ٿورڙي ئي وقت ۾ دنيا جو هڪ اهم ترين ملڪ بڻجي ويو. اهو سڀ ڪجهه ڪهڙيءَ ريت ممڪن ٿيو، سوئي اسان جي هن ڪتاب جو موضوع آهي.

اميد ته منهنجي اها ڪوشش شرف قبوليت حاصل ڪندي.

سائين سلامت

– عمر ميمڻ                    ٢٠-٣-٨٥

# باب پهريون

عوامي جمهوريه چين، هڪ اهڙو ملڪ آهي، جنهن ۾ تمام گهڻيون قومون آباد آهن ۽ آهي سڀ بنا ڪنهن ويڇي جي، ايڪي ۽ ڀڏيءَ سان، ملي جلي رهن ٿيون.

اسان جي عظيم ملڪ ۾ "هان" قوم کان سواءِ، جيڪا ملڪ جي آباديءَ جو نوي سيڪڙو آهي، ٻيون جيڪي قومون آباد آهن سي، منگول، هوئي، تبتي، اويغور، مياؤ، يي، چوآنگ، ٻوئي، ڪوريائي، مانچو، ڪزاخ، تنگ، ٻائي، تائي، ڪاوا، هاني، ياؤ، لي، توچي يا، تنگ هاسيانگ، ڪرغز، تو، لي سو، تنگ، ناهسي، لاهو، شوئي چا، چنگ پاؤ، چيانگ، ڪاؤشان، تاتار، روسي، ازبڪ، تاجڪ، پاؤآن، يوڪو، سالار، سي بو، اولنچ ان ۽ ڪجهه ٻيون آهن. ملڪ ۾ انهن مختلف قومون جي آبادي ساڍن ٽن ڪروڙن کان ڪجهه وڌيڪ آهي، جيڪا سڄي ملڪ جي آدمشماريءَ جو ٦٠٦ سيڪڙو آهي. (انهيءَ تعداد ۾ آهي چيني جيڪي لڏي وڃي ٻين ملڪن ۾ آباد ٿيا آهن، چيني شاگرد جيڪي ٻين ملڪن ۾ تعليم حاصل

ڪري رهيا آهن، ۽ تائيوان جو عوام شامل نه آهي!)
انهن قومن مان ڏهه اهڙيون آهن، جن جي عوام جو
تعداد ڏهه لکن کان چڙهيل آهي، جهڙوڪ، منگول
نه ۱۴ لک ٦۰ هزار، هوئي ۳۵ لک، تبتي ۲۷ لک
۷۰ هزار، اويغور ۳٦ لک ۴۰ هزار، مياڻو ۲۵ لک
۱۰ هزار، يي ۳۲ لک ۵۰ هزار، چوآنگ ٦٦ لک
۱۰ هزار، پوئي ۱۲ لک ۴۰ هزار، ڪوريائي ۱۱ لک
۲۰ هزار، ۽ مانچو ۲۴ لک ۱۰ هزار— باقي رهيل
قومن جي ڪل آبادي ۱۰ لکن کان گهٽ آهي ۽
سڀ کان ننڍي قوم "اوليچ ان" آهي جنهن جي
آبادي سوا ٻه هزار ڪن آهي.

اهي ننڍيون گهٽ آباديءَ واريون قومون، جن
کي اقليتون به ڪوٺي سگهجي ٿو، سڄي ملڪ ۾ پکڙيل
آهن، پر انهن جي گهڻائي، سرحدي علائقن ۾ آباد
آهي- منگول، منگوليائي خود مختيار علائقي ۾، هيلنگ
چيانگ صوبي جي ڏکڻ اوير ۾، جي هول ۽ ڪانشو صوبن
جي ڏکڻ اوله ۾، ۽ ڪجهه ٻين صوبن ۾ آباد ٿيل
آهن- هوئي قوم خاص ڪري ڪانسو ۽ تيسنگ هيائي
صوبي ۾ گهڻائيءَ ۾ آهن، تبتي باشندا تبت، شيچوان،
تيسنگ هيائي، ڪانسو ۽ ٻين صوبن ۾ پکڙيل آهن،
اويغور، ڪزاخ، ڪرغز، وري سنڪيانگ ۾ آباد آهن
چوآنگ قوم جا باشندا رڳو ڪوآنگسي صوبي تائين
محدود آهن، تائي، چنگ پاؤ، ڪاوا، لي سو، قومن

جا فرد ينان صوبي جي سرحدي علائقن ۾ رهن ٿا، مياؤ، وري هونان، کيوئي چوئو، ۽ ڪوانگسي صوبن ۾ ورهايل آهن، ڪوريائي، ڪيرين صوبي جي ين پن ان علائقي ۾ آباد آهن، يائو، هونان، ڪوآنگسي ڪوانگ تنگ صوبن ۾ رهن ٿا، ڪائو شان قوميت رکندڙ ماڻهو تائيوان ۾ آباد آهن ۽ توچيا، هونان صوبي جي ڏکڻ اولهه ۾ رهن ٿا! اهڙيءَ ريت مختلف قومي اقليتون جن جن علائقن ۾ آباد آهن سو ملڪ جي ڪل پکيڙ جو سٺ سيڪڙو علائقو ٿئي ٿو! يعني اهو چوڻ ۾ ڪا هڪ نئي ٿئي ته جيتوڻيڪ هو تعداد ۾ گهٽ آهن پر جنهن علائقي ۾ آباد آهن سو نهايت وسيع آهي!

اسانجي ملڪ جا اهي اقليتي علائقا جن جو ذڪر مٿي ڪيو ويو آهي، قدرتي وسيلن ۽ معدني دولت سان مالا مال آهن ۽ نهايت شاهوڪار آهن. انهن علائقن ۾ ڪوئلو، لوهه، پيٽرول، ۽ رڪ جهڙيون ڪارائتيون شيون اپين ٿيون، چوپايو مال به تمام گهڻي تعداد ۾ انهن اقليتي علائقن ۾ ساريو سنڀاليو ويندو آهي ۽ انهن علائقن ۾ ملڪ جا وڏي ۾ وڏا ٻيلا پڻ موجود آهن- اهي سمورا قدرتي وسيلا ۽ معدني ذخيرا، ملڪ ۾ سوشلسٽ پروگرام جي پرچار لاءِ، سازگار حالتون ۽ ڳرين صنعتن جي تعمير ۽ ملڪ جي تيز ترقيءَ لاءِ اهم مادي- پيڙهه فراهم ڪن ٿا.

اسين گهڻو ڪري چوندا آهيون ته چين وسيع ملڪ

آهي، قدرتي دولت سان مالا مال آهي ۽ گهٽ آبادي وارو ملڪ آهي، پر در اصل اهي خاصيتون اسانجي قومي اقليتن جو ورثو آهن ۽ اسانجي آباديءَ جي انهيءَ اهم عنصر جو تعداد ڪن خاص علائقن ۾ آباديءَ جي اڪثريت جي تشڪيل ڪندو آهي. سو جڏهن اسين انهن قومن کي اقليتي ڪري ڪوٺيندا آهيون ته انهيءَ جو مطلب رڳو اهو هوندو آهي ته اهي "هان" قوم جي ڀيٽ ۾ تمام گهٽ آهن، "هان" قوم جو تعداد چيني ۾ ٥٦ ڪروڙ آهي!

"هان" قوم وانگر، اسانجي هر اقليت به انتهائي بهادر، جفاڪش، ڪفايت شعار، پرعزم ۽ ايماندار آهي- هر قوم، پنهنجي وس ۽ وت آهر، مختلف طريقن سان اسانجي عظيم مادر وطن جي تعمير ۽ ترقيءَ ۾ حصو ورتو آهي ۽ اهي سڀ ملي ڪري اڻ ٽٽ، چيني خاندان يا قوميت جي تشڪيل ڪن ٿيون!

اسانجي اقليتن مان ٽي ڪروڙ ماڻهو، گذر سفر لاءِ پني پاري، پوک ۽ هاربي جو سهارو وٺندا آهن، ٣٠ لک وري مال وند آهن، مال چارين، مال جي سار سنڀال ڪن، کير ۽ چمڙي مان گذر سفر ڪن، ۽ ١٠ لک کن وري ٻيلن وسيلي روزي ڪمائين!

سماجي ۽ معاشي سرحدن ڏانهن ڌيان ڏيڻ تي معلوم ٿيندو ته اسانجي اقليتن ۽ اڪثريتي قوم وچ انهن ميدانن جو ڪوبه فرق نه آهي، پر اقليتن جو هڪ

گروپ اهڙو آهي، جن ۾ اڃان تائين پڻ جاگيرداري نظام باقي آهي، ۽ ڪن علائقن ۾ ته ماڳهين غلاميءَ وارو نظام اڃان زنده آهي! انهيءَ گروهه جي آبادي ٥ لک ڪن آهي.

آزاديءَ کان ڪجهه اڳ تائين ڪن علائقن ۾ شروعاتي سماج واري نظام کي برقرار رکيو ويو هو، پر ڇاڪاڻ ته انهن جي تحقيقي معلومات اڃان مڪمل نه آهي، تنهنڪري اسين اهو نٿا چئي سگهون ته هن وقت تائين مختلف قومن ڪيتري ترقي ڪئي آهي ۽ تاريخ جي ڪهڙي دور ۾ آهن، جي اسان کي اهڙي معلومات مهيا ڪئي وڃي ها ته اڄ جيڪر چيني تاريخ ۽ مادي ترقيءَ جي مضمونن متعلق اسانوٽ ڪافي مواد هجي ها ۽ اسين يقيني طور تي پنهنجي ترقي ۽ تاريخ متعلق ٻين کي ٻڌائي سگهون ها! جنهن ڳالهه جي شديد ۽ بروقت ضرورت آهي، سا آهي چين جي سماجي ۽ معاشي تاريخ متعلق مواد. انهيءَ قسم جو مواد هن وقت به چين جي مختلف قومن متعلق جهڙي جاڳنداڙ حقيقتن کي ڪٺو ڪري، مهيا ڪري سگهجي ٿو، ائين ڪرڻ سان اسين چيني تهذيب ۽ تمدن، معاشيت ۽ سماجي تاريخ متعلق هڪ الڳ نظريو قائم ڪري وٺنداسون ۽ روم ۽ يونان جي تهذيبي ۽ ثقافتي تاريخ جا حوالا ڏيڻ کان آجا ٿي وينداسين. سماجي سائنس جي اصولن مطابق آهي قومون جيڪي تاريخي ورثي ۽ معاشي

و سماجي ترقيءَ جي بنيادن تي جديد لاڙن کي نشيون
پهچي سگهن، تن کي قبائلي چئبو آهي، ۽ اهڙيون
قومون هميشه پنهنجن پراڻن، گڏيل ۽ ڏنل اصولن کي
اوڏهيءَ جيان چهٽيون اينديون آهن، پر انهيءَ هوندي
به اسين هر قوم جي ماضيءَ متعلق پوري ذميواريءَ
سان ڪجهه نٿا چئي سگهون ۽ نه ئي وري ملڪي معاملن
۾ اهو ڪو لازمي امر آهي ته اسين عوام ۾ قومن،
قبيلن ۽ خاندانن جي بنياد تي ڪو فرق ويهي ڳولهيون!

بنيادي طور تي هڪ قوم جو مطلب سمجهڻ لاءِ
اسانکي استالن جي ٻڌايل چئن اصولن کي پيڙهه طور
پنهنجي ذهن ۾ رکڻو پوندو. مارڪسي- ليننِي هجڻ جي
حيثيت ۾ اسانکي پنهنجي نظرين ۽ سوچ جو بڻ بنياد
پڻ مارڪسي ليننِي اصولن تي رکڻ گهرجي- مارڪسزم
۽ لينن ازم ۾ اهو تسليم ڪيو ويو آهي ته قومن جي
تشڪيل تاريخي بنيادن تي ٿيندي آهي ۽ انهن جو
وجود جاگيرداري نظام جي تباهي ۽ سرمايه داريءَ جي
شروعات وقت عمل ۾ ايندو آهي- اسين انهيءَ خيال
سان هم خيال آهيون، پر اهو نظريو سرمايه داريءَ واري
دور جي قومن متعلق آهي ۽ چين ۾ 'هان' قوم کان
سواءِ ٻين اقليتن قومن سان لاڳو ٿئي ٿو. انهيءَ اصول
مطابق چند وڏيون قومون آهن ۽ باقي قومون قبائلي
آهن جيڪي جديد دور کان اڳ دنيا ۾ آباد هيون ۽
اڄان تائين قديم رسمن ۽ رواجن جي ڪوڙڪن ۾ قائل

آهن! پر ”هان“ قوم جيڪا هن وقت چين جي عظيم جديد ۽ اڪثريتي قوميت آهي، سا پڻ نئين نظام کان اڳ قبائلين تي مشتمل هئي! هن وقت نافذ ٿيل اصول انهيءَ سوال جو جواب نٿا ڏيئي سگهن ته جي ”هان“ قوم قبائلين تي مشتمل هئي ته اها ڪڏهن ۽ ڪهڙيءَ ريت جديد قوم جو لباس پهري سگهي.

بهرحال اسان کي بنا ردڪد جي اها حقيقت مڃڻي پوندي ته ”هان“ قوميت، انهيءَ وقت جنم ورتو هوندو جڏهن جاگيرداري نظام پوين پساهن ۾ هو ۽ سرمايه داري نظام جو سج اڀرڻ وارو هو! اهو پڻ چئي سگهجي ٿو ته جديد روپ اختيار ڪرڻ کان اڳ چيني تاريخ ۾ هان قوم هڪ ڊگهي عرصي تائين هڪ يونٽ يا ايڪي جي حيثيت ۾ رهي هوندي. جهڙيءَ ريت ڪجهه خاندان ملي ڪري هڪ قوم جي صورت اختيار ڪري سگهن ٿا، اهڙي ريت اهو خانداني قومي نظام اڳتي هلي وري ڪيترين قومن ۾ ورهائجي پڻ سگهي ٿو ۽ اهو پڻ ممڪن آهي ته ڪجهه خاندانن تي ٻڌل اها قوم پنهنجي ٻڌي قائم رکي ۽ ترقي ڪندي ڪندي نيٺ وڃي هڪ جديد قوم جي صورت اختيار ڪري! هان قوم جي تشڪيل انهيءَ اصول تحت ٿي آهي ۽ انهن پنهنجي ٻڌيءَ کي ڇيهو نه رسڻ ڏنو ۽ ترقي ڪري موجوده حيثيت اڄ حاصل ڪيائين. انهيءَ ڪري، چين ۾ قومي سوال واري مسئلي تي

بحث دوران اسين اصتالن جي اصول کي پاسيرو ڪري رکنداسين جنهن مطابق ڪوبہ خاندان جا گروهہ، قوم جي حيثيت انهيءَ وقت ٿو ماڻي سگهي جڏهن ان ۾ اصتالن جون بيان ڪيل چارئي خوبيون هجن! انهيءَ جو هڪ سبب هيءُ پڻ آهي تہ چين جون قومي اقليتون جيڪي هن قوم کان مختلف آهن، هر دور ۾ اقليتون شمار ٿينديون آيون آهن ۽ هڪ ڊگهي مدت کان سماجي نا انصافي، قومن جي بنياد تي فرق، طبقاتي نفرت، ظلم ۽ جبر جو نشانو بڻجي ڪري سندن حق غصب ٿيندا رهيا ۽ منجهن نا برابريءَ جو احساس وڌندو رهيو. انهيءَ مسئلي کي حل ڪرڻ لاءِ قومي، برابريءَ وارن اصولن تي عمل ڪرڻ ضروري آهي. اسانکي گهرجي تہ ڪنهن بہ قوم جي ماضي يا حال متعلق سوچڻ کان سواءِ، سندن ترقي ۽ تعمير لاءِ، سندن ثقافتي ۽ تهذيبي ورثي جي حفاظت لاءِ، هر ممڪن تحفظ مهيا ڪرڻ گهرجي ۽ ڪين سوشلسٽ قوم تصور ڪري، هر قوم لاءِ هڪ جهڙي يعني برابريءَ ۽ انصاف واري پاليسيءَ تي عمل ڪرڻ گهرجي.

ننڍيون قوميتون جڏهن ڪنهن وڏي قوميت جي سامهون آيون، تڏهن اهو خطرو لازمي طور تي پيدا ٿئي ٿو تہ ڪٿي اها وڏي قوميت ننڍي قوميت کي پاڻ ۾ هضم نہ ڪري ڇڏي. انهيءَ خطري کي ٽارڻ جو صرف هڪ واحد طريقو اهو آهي تہ ننڍي

قوميت کي به سندس ترقيءَ لاءِ، وڏيءَ قوميت جهڙا موقعا ۽ سهولتون فراهم ڪيون وڃن- اها ته هڪ زنده حقيقت آهي ته جڏهين به ڪي مختلف قوميتون هڪٻئي جي سامهون اينديون آهن ته لازمي طور تي هڪٻئي جي ثقافت ۽ تهذيب تي اثر انداز ٿينديون آهن، ۽ خاص ڪري اهڙيءَ صورت ۾ جو انهن مان ڪا هڪ قوميت، حاڪم هجي ۽ معاشي و ثقافتي ميدانن ۾ ٻين کان وڌيڪ ترقي يافته هجي- انهيءَ صورت ۾ وڏي قوميت، اقليت تي تمام گهڻو اثر انداز ٿيڻ جي پوزيشن ۾ هوندي آهي. هڪ ڊگهي عرصي تائين جي اها صورتحال برقرار رهي، ته آهستي آهستي، وڏي قوميت جو اثر، ننڍي قوميت کي ختم ڪرڻ شروع ڪندو ۽ منجهن جيڪي جدا جدا خصلتون هونديون ۽ فرق هوندا سي ميسارجڻ لڳندا- انهيءَ قسم جو قدرتي ڳانڍاپو هڪ فطري قانون آهي ۽ انهيءَ کان بچاءُ ناممڪن آهي. اسين بهرحال ڪنهن به اهڙي پاليسي ۽ حڪمت عمليءَ خلاف آهيون جيڪا قومن کي هڪٻئي ۾ ضم ڪرڻ جو ڪارڻ ثابت ٿئي! ظلم ۽ سماجي نا انصافيءَ جي پاليسيءَ جيتري قدر سختيءَ سان نافذ ڪئي ويندي، اقليتن ۾ پنهنجي حيثيت ۽ هستي گم ٿيڻ جو خدشو اوتروئي شديد انداز ۾ پيدا ٿيندو ۽ پنهنجي هستيءَ ۽ وجود کي بچائڻ لاءِ منجهن اوتروئي سخت جذبو ۽ جوش پيدا ٿيندو... جي هر قوميت کي سندن سياسي، معاشي،

۽ ثقافتي زندگيءَ کي سڌارڻ جا موقعا، انصاف ۽ سمدن تهذيبي، مذهبي ۽ اخلاقي اصولن تحت مهيا ڪيا وڃن نہ قوميتن وچہ فساد جو خطرو ۽ ننڍين قومن مان بي چيني دور ڪري سگهجي ٿي ۽ مختلف قومن وچہ پاڻهي ۽ دوستيءَ جا ناتا پيدا ڪري سگهجن ٿا، ڪين هڪٻئي جي ويجهو آڻي سگهجي ٿو ۽ صرف انهيءَ هڪ طريقي يعني سماجي انصاف ۽ برابريءَ واري پاليسيءَ تحت ڪين انهيءَ ڳالهہ تي مجبور ڪري سگهجي ٿو نہ ترقيءَ جي شاهراهہ تي ملڪ جي ترقي يافتہ قومن سان ڪلهو ڪلهي سان ملائي سگهن ۽ ملڪ جي ترقيءَ ۾ هٿ ونڊائين!

جاگيرداري زماني ۾ چين جي سامراجي قوتن آڏيہ خلاف جنگ دوران قديم چين جي بنيادن کي لوڏي ڇڏيو ۽ چين جي سڀني قوميتن ۾ سجاڳي ۽ شعور پيدا ڪيو پر پوءِ اهي قوميتون سامراجيت ۽ جاگيرداري نظام جي ٻہ طرفي حملي جو مقابلو نہ ڪري سگهيون ۽ انهيءَ سبب ڪري مقامي سرمايہ داريءَ جي ڪاميابي ناممڪن ٿي ويئي ۽ چين هڪ نوآباديائي، جاگيرداري سماج جي لهرن ۾ لڙهي ويو. اهوئي سبب هو جو چين جون اقليتون پنهنجين هڪجهڙين رسمن، رواجن، ثقافت ۽ تهذيب، معاشي ۽ لساني خوبين هوندي پڻ، جديد قومن جي روپ ۾ جنم نہ وٺي سگهيون. اڄ جڏهن چين جي هر قوميت آزاد آهي، ڪين هر قسم

جي سھولت ميسر آھي تہ انھن جي اڳيان اھو سوال نہ آھي تہ ھو ھڪ سرمايہ داري قوم جي حيثيت اختيار ڪن، پر ھو ھاڻ انھيءَ ڏس ۾ ويچاري رھيون آھن تہ ڪھڙيءَ ريت ھڪ ھڪ ڪري، سوشلسٽ قومن جي صورت اختيار ڪن ۽ ترقيءَ جي ميدان ۾ ملڪ جي وڏي قوميت ڪي رسن!

ھڪ قوم، ڪنھن بہ قوم ڪان جن بنيادن تي مختلف ۽ منفرد ھوندي آھي سي ٻولي، تھذيبي ۽ ثقافتي ورثو، تاريخي حيثيت، سماجي ۽ معاشي طور طريقا ۽ ٻنڌڻ، ۽ علاقائي ونڊ ورڇ جھڙين خصوصيتن جي ھڪ خاص شڪل تي تعمير ٿيل آھن! پر ھڪ ننڍي قوميت متعلق اھو معلوم ڪرڻ ڏاڍو ڏکيو ڪم آھي تہ آيا آھا قوم حقيقت ۾ ھڪ قوم آھي يا ھڪڙي قوم جي مختلف ڀاڱن جا ناالا آھن! انھيءَ جو سبب اھو آھي تہ اھي ننڍيون قومون، مختلف دورن ۾ چين جي حاڪم قومن، جھڙوڪ ھان، منگول، مانچو ۽ ٻين ڪن وڏين قومن جي خلاف پنھنجي بقا ۽ بچاء جي جنگ ۾ شڪست کائي کائيندو ھر دور ۾ ڏٻيل رھيون، ڪين ھيسايو ويو. ظلم ۽ زبردستيءَ جو شڪار بڻايو ويو، ڪين ويڙھائي ۽ ورھائي سندن طاقت کي ٽوڙيو ويو، ۽ اھي قومون ھڪ ڏکھي عرصي تائين ھڪٻئي کان ڌار ۽ ڪٽيل رھيون، ترقيءَ جي ميدان ۾ پوئتي رھجي ويون، ۽ منجھن قومي شعور بيدار نہ ٿي سگھيو، ۽

جڏهن ڪين قبيلن جي صورت ۾ قبائلي ماحول ۾ ڏٺيو ويو ته پنهنجي عادت مطابق انهن پنهنجن گروهن کي ڌار ڌار نالن سان منسوب ڪرڻ شروع ڪيو، ۽ اهڙيءَ ريت 'بي' قوم ڪٽي لولو، لاهو، لاهسي ۽ ڪٽي وري ليسو، هاني وغيره جهڙن نالن سان سڃاتي وڃي ٿي، تائي ۽ چوآنگ قومون جيڪي شڪست کاڌيوءَ پٺان ۽ ڪوئي چائو صوبن ۾ رهڻ لڳيون، سي نمگ، شا ۽ پيوئي جي نالن سان مشهور ٿيون! انهن بنيادن تي وري هان قوم جي حاڪمن انهن شڪست کاڌل قومن جا مختلف نالا رکي ڇڏيا هئا ۽ بي قوم جي فردن کي 'وحشي' ۽ چنگ پائو قوم کي جابلو ماڻهو چوندا هئا. ڪنهن به قوم جي پيهر اتحاد جو فيصلو، جيڪا ڪن سببن ڪري مختلف نالن سان سڃاتي وڃي ٿي، خود ان قوم جي عوام جي خواهشن ۽ مرضيءَ مطابق ڪرڻ گهرجي، پر اهو مسئلو ڪو عام نه آهي جيڪو هڪدم حل ٿي وڃي. ها، جڏهن هڪ پيرو انهن قومن مان ڌاريائپ نڪري ويئي، ته مونکي پڪ آهي ته اهي مختلف گروهه، جيڪي شروع ۾ هڪ قومي گروهه جي صورت ۾ موجود هئا، پنهنجي هڪ ٻولي، ساڳين رسمن رواجن ۽ تهذيبي ۽ ثقافتي ورثي جي بنياد تي پنهنجو پاڻ سڃاڻي وٺندا ۽ قانون مطابق، وري ملي هڪ ٿي ويندا ۽ پنهنجي عظيم قوم لاءِ ڪو هڪ قابل قبول نالو چونڊي وٺندا.

انهيءَ جي باوجود، جي اهي گروهه پنهنجا مخصوص نالا مٽائڻ پسند نه، ڪن ته، اسانکي سندن خواهشن جو احترام ڪرڻ گهرجي ـ جي مختلف نالن واريون قومون، ماضيءَ ۾ رسمن رواجن، ثقافتي پنڌن ۽ تهذيبي ورثي وارن ميدانن ۾ پاڙيسري هجن ۽ سندن ٻولي به ملندڙ جلندڙ هجي ۽ هو معاشي ۽ اقتصادي نالن ۾ هڪٻئي تي انحصار ڪندڙون هجن ته، اهڙين قومن لاءِ هڪ مشترڪ نالو رکڻ لاءِ بنياد موجود آهي ۽ اها ڪا غير فطري ڳالهه نه ٿيندي، پر جي نالو ته هڪ هجي پر قومن جي ٻولين، تهذيب تمدن، ريتن رسمن ۾ ڏينهن رات جو فرق هجي، ته هر قوم جي فردن کي اها اجازت هجڻ کپي ته هو پنهنجو نالو پاڻ منتخب ڪن، ساڳيو رکن، يا ٻيو ڪو مٽائي رکن.

اسان هيل تائين چين جو ذڪر ڪندي ”چيني عوام“ جي اصطلاح کي استعمال ڪندا آهيون، جنهن جو مطلب آهي چين جون سڀ قومون. جيتوڻيڪ اهو نالو استعمال ڪرڻ وڌيڪ بهتر آهي ڇو جو ٻهرئين اصطلاح مان اها غلط فهمي پيدا ٿي سگهي ٿي ته چين ملڪ جي عوامي رياست هڪڙي قوم جي عوام تي مشتمل آهي. ”هوئي“ ۽ ”مانچو“ قومن جي عوام ڪانسواءِ، جيڪي ’هان‘ قوم جي ٻولي استعمال ڪندا آهن، منگول، تبتي، مياڻو، اويغور، ڪزاخ ۽ ٻين اقليتي قومون پنهنجي ڌار ٻولي ۽ ادب جون مالڪ

آهن، جيئوڻيڪ ڪن قومن جي ٻولي تحريري ميدان ۾ اڃا پوري آهي ۽ ڪي ٻوليون رڳو ڳالهايون وڃن ٿيون ۽ ادب موجود نہ آهي. اسان جي ملڪ جون قومي اقليتون مذهب ڪان بہ ڏاڍو متاثر ٿيون آهن. ٻڌمت ۽ اسلام، ٻہ اهڙا مذهب آهن جن جي پوئلڳن جو تعداد گهڻائيءَ ۾ آهي. اهي قومون جيڪي اتر ئين سرحد وٽ وسن ٿيون تن جي گهڻائي ڪيٿولڪ ۽ پروٽسٽنٽ عيسائين تي مشتمل آهي. هوئي، اويغور، ڪزاخ، ازبڪ ڪرغز، تنگ شيانگ، تاجڪ، تاتار، سالار، ۽ ٻاڏوآن قومون اسلام جون پوئلڳ آهن. اهي ڏهہ قومون، اقليتن جي ڪل آباديءَ تي ڪروڙ پنجاهہ لک مان اسي لک جي لڳ ڀڳ آهن. ٻڌمت تي عمل ڪندڙ، تبتي، منگول، تئو، يوڪو، تا اي قومن جو تعداد ڇائيتاليهہ لک آهي.

انهن قومن جي علائقن ۾ گهڻي تعداد ۾ مندر ۽ مسجدون آهن. ۽ ڪيترائي ماڻهو مذهبي تعليم ۽ تبليغ کي پنهنجي گذر سفر جو ذريعو بڻائيندا آهن. ٻڌ علائقن ۾ پنج هزار مندر آهن، ٽي هزار ٻڌ ڀڪشو آهن ۽ ٽي لک ويهہ هزار ”لاما“ آهن. مسلمان علائقن ۾ چاليهہ هزار مسجدون آهن ۽ هڪ لک کان گهڻا مولوي آهن. ياڻو، يي، چنگ ياڻو، تئو، چي او، ڪارا، قومن ۾ گهڻائي ڪيٿولڪ ۽ پروٽسٽنٽ آهن، باقي رهيل اقليتون ڪنهن باقاعدہ مذهب سان واسطو نہ رکنديون آهن پر

منجهن بت پرستيءَ جو رواج اڄان موجود آهي. عيسايت
ڪانسواءِ ٻيا جيڪي به مذهب اقليتن جي زندگيءَ تي اثر
انداز ٿيا آهن تن جي تاريخ تمام پراڻي آهي. انهن مذهبن
عوام جي سياسي، معاشي ۽ ثقافتي ترقيءَ تي گهرو اثر
ڪيو آهي ۽ عوام جي دل ۽ دماغ ۾ چڱيءَ ريت
سمايل آهن. اقليتن تي ماضيءَ ۾ ٿيندڙ ظلم ۽ جبر وارين
حالتن، انهن علائقن ۾ مذهب جي پروپيگنڊا ۽ تبليغ
لاءِ مناسب اسٽيج فراهم ڪيو ۽ مذهب جي پکڙجڻ
ڪري، اقليتي علائقن جي سياسي، معاشي ۽ ثقافتي
ترقيءَ جي راهه ۾ ڪافي رنڊڪون پيدا ٿي پيون.
رجعت پرست حاڪمن يا ته اقليتن جي مذهبن تي حملا
ڪرايا يا وري مذهبن جو استعمال ڪيو. پر انهن ٻنهي
صورتن ۾ مذهب وڌندو رهيو ۽ ماڻهن جي دلين ۾
مذهب جو اثر پختو ٿيندو ويو. آهي مذهب جن کي
حاڪمن پنهنجي مفاد خاطر استعمال ڪيو، سي فطري
طور تي ترقي ڪندا ويا ۽ جن مذهبن تي حملا ڪيا
ويا، سي جدوجهد ۽ مزاحمت جي خوبين جي ڪري
ترقيءَ جون منزلون طئي ڪندا ويا، ۽ مضبوط ٿيندا ويا.

ظلم ۽ ڏاڍ خلاف پنهنجي جدوجهد ۾ اقليتن اڪثر
”مذهب جي حفاظت ڪريو“ جو نعرو بلند ڪيو ۽
مذهبي پنڊتن ۽ ناتن کي پنهنجي قومي وحدت ۽ ايڪي
خاطر هڪ اهم عنصر طور استعمال ڪيائون.

ٻڌ ازم ۽ اسلام، ٻه اهڙا مذهب آهن جن جا پوئلڳ

اسان جي اقليتن ۾ گهٽي تعداد ۾ آهن، سي عالمگير حيثيت رکندڙ مذهب آهن جن ايشيا ۽ افريڪا جي ڪيترن ملڪن تي نهايت گهرو اثر ڪيو آهي ۽ اڪثر ملڪن جي سرڪاري مذهب جي حيثيت رکن ٿا.

انهن حالتن جي روشنيءَ ۾ اهو چئي سگهجي ٿو ته قومي اقليتي علائقن ۾ مذهبي سوال، قومي سوال سان نهايت گهرو ۽ ويجهو واسطو ۽ تعلق رکي ٿو.

هڪ تمام ڊگهي مدت کان، اسان جي ملڪ جي مختلف قوميتن گڏجي، اتحاد ۽ ايڪي کان ڪم ورتدي، عظيم چين جي تخليق ۽ ترقيءَ لاءِ تمام گهڻو ڪم ڪيو آهي. گڏ ڪم ڪرڻ ڪري، ۽ هڪ زنجير ۾ ٻڌل هجڻ ڪري قوميتن ۾ معاشي ۽ ثقافتي ميدانن ۾ ڳاهه رسم جو وڌڻ هڪ قدرتي امر هو ۽ پڻ انهيءَ خاصيت جي ڪري پرڏيهي ڪاهن وقت، منجهن ايڪو برقرار رهيو ۽ انهن گڏجي پنهنجي دشمن خلاف جنگ جوٽي آهي، پوءِ اها جنگ سرحدن تي ٿي هجي، يا وري ملڪ جي سامراجي ۽ رجعت پسند حاڪمن خلاف ملڪ اندر ٿي هجي. سامراجي دلالن جي حملن ۽ مداخلت چين ۾ وسندڙ تمام ننڍين وڏين قوميتن جي دل ۽ دماغ ۾ اهو خيال چڱيءَ ريت ويهاري ڇڏيو ته، سندن بقا ايڪي ۽ اتحاد تي ٻڌل آهي ۽ انهيءَ سوچ کين هڪ اڻ ڇڇندڙ رشتي ۾ ٻڌي ڇڏيو ۽ کين احساس ٿيو ته سندن جيئڻ مرڻ گڏ آهي. انهن تمام ڳالهين ۽ سببن

جي ڪري چين جي مختلف قومين، هڪ عظيم قوم ۽ هڪ عظيم خاندان يعني عوامي جمهوريه جي قيام لاءِ گڏجي جدوجهد ڪئي. انهيءَ جي باوجود به اسان اهو تسليم ٿا ڪريون ته هڪ ڊگهي عرصي تائين اهي قوميتون ڌار ڌار حيثيت ۾ موجود رهيون ۽ منجهن ڪوبه اتحاد يا ٻڌي نه هوندي هئي.

چين جي مشهور رجعت پسند حڪمران ٽولي ڪومنتانگ جي آمريت جڏهن چيني عوام ٽڏي ڇڏي، تڏهن منجهن ايڪو ۽ ٻڌي نظر آئي هئي نه ته انهيءَ کان اڳ انهن نه هو ۽ مختلف قوميتن جون حالتون ساڳيون نه هيون. ڪيترن قوميتن تي صدين کان وٺي عوام دشمن، ظالمن حاڪمن جو راڄ رهڻ ڪري، منجهن جدوجهد جي قوت نه رهي هئي ۽ هو لاڳيتو ظلم ۽ ڏاڍ وارين حالتن ۾ پنهنجو وقت گذاري رهيا هئا. اهڙين قومن ۾ سڀ کان اهم "هان" قوم جو حڪمران ٽولو هو جيڪو پنهنجي زماني جي رجعت پسند حاڪم طبقي تي حڪم هلائيندو هو ۽ حڪومت ڪندو هو. انهن پنهنجي جاگيرداري ۽ وڏيرڪي نظام حڪومت دوران مختلف قومن کي ويڙهائي، منجهن هڪٻئي لاءِ نفرت ۽ بي‌اعتباري پيدا ڪري، هڪٻئي جو دشمن بڻائي، پنهنجو مقصد حاصل ڪيو ۽ عوام تي دل کولي ظلم ۽ جبر ڪيائون، اقليتن جا جائز سياسي، معاشي ۽ تعليمي حق غضب ڪيائون، ترقيءَ

جي ميدان ۾ ڪين هر وقت اونده، جي غارن طرف ڌڪيندا رهيا ۽ اهڙيءَ ريت پنهنجي ظلم ۽ ڏاڍ واري حڪومت جي پيڙه، پنهنجيءَ پر ۾ ناقابل شڪست بڻائيندا رهيا. اقليتون انهن سببن ڪري هڪٻئي کان پري پري رهيون، منجهن دشمني وڌندي ويئي ۽ گڏوگڏ اهو خيال به پڪڙندو رهيو ته، هر قوم ڌار ڌار پنهنجي زمين تي حڪمراني ڪري. پر جڏهن چين جي مختلف قومتن جي انهيءَ نا اتفاقيءَ ڪري سامراجين پنهنجو ڌيان چين ڏانهن وڌايو ۽ چين ۾ پنهنجي بيٺڪ قائم ڪرڻ جو خواب دل ۾ سانڍي انهيءَ عظيم سر زمين تي پنهنجا ناپاڪ پير ڌرڻائون ته، چيني عوام پنهنجون دشمنيون وساري هڪ ٿي ويو ۽ پوءِ تمام جدوجهد دوران پنهنجي ايڪي ۽ ٻڌيءَ کي وڌيڪ مضبوط ڪرڻ خاطر مختلف وسيلا ڪتب آڻيندا رهيا ۽ منجهن اهو خيال پختو ٿيندو ويو ته قومتين جو ايڪو ۽ ٻڌي چين جي عوام جي مفاد وٽان آهي ۽ سندن دشمني ۽ نا اتفاقي دنيا جي رجعت پسند طبقن ۽ سامراجين کي فائدو رسائيندي جنهن جو نتيجو اهو نڪرندو ته چيني عوام گهڻائيءَ ۾ هوندي پڻ غلاميءَ واري ذليل ۽ ڪريل زندگي گذارڻ تي مجبور ٿيندو!! انهن ڳالهين کي ذهن ۾ رکندي چيني قومتين عظيم ڌر چيني قوم جي تشڪيل طرف قدم وڌائڻ شروع ڪيو، هڪٻئي جي خلاف جيڪي نفرتون سندن دلين ۾ پيدا ڪيون ويون

هيون. تن کي ڪڏهن ڪيائون، ڌاريائپ وارو احساس ختم ڪيائون، هڪٻئي تي اعتبار ۽ اعتماد ڪرڻ شروع ڪيائون سامراجيت، جاگيرداري ۽ نوڪر شاهيءَ خلاف جنگ جوٽيائون، ۽ پنهنجا وڙها وساري، آزادي ماڻڻ خاطر، پاڻ کي غلاميءَ جي طوق کان بچائڻ خاطر، هڪ مضبوط ۽ متحد قومي رياست قائم ڪرڻ لاءِ هڪئي پليٽ فارم تي اچي گڏ ٿيا.

هان چيني عوام کي انهيءَ حقيقت جو احساس چڱيءَ ريت ٿي ويو آهي ته سندن بقا جو واحد طريقو ايڪو ۽ ٻڌي آهي ۽ انهيءَ اصول تي عمل ڪرڻ خاطر هنن آفيم خلاف جوٽيل جنگ واري زماني کان وٺي، هر قومي انقلابي جدوجهد جي موقعي تي چيني ڪميونسٽ پارٽيءَ جي جهنڊي هيٺ گڏجي ڪم ڪيو ۽ آخرڪار چيني قومي اقليتن جو هڪ گڏيل محاذ قائم ٿي ويو جنهن جو مرڪزي ڪردار "هان" قوم جو عوام هو ۽ اهڙيءَ ريت هڪ تسبيح جا پکڙيل داڻا هڪئي ڌاڳي ۾ پروئجي ويا. چين جي انقلابي جدوجهد واري زماني ۾ قوميتن وچ ۾ تعلقات اچان ٻڻ وڌيا پر اسان کي هت انهيءَ حقيقت جو پڻ اظهار نهايت صدق دليءَ سان ڪرڻ گهرجي ته ورثي ۾ مليل دشمني ۽ نفرت جا جذبا به ڪڏهن ڪڏهن بيدار ٿيا ٿي ۽ انهن ڳالهين قوميتن جي ايڪي تي تمام خراب اثر وڌو آهي.

# باب ٻيو

## قومي سوال حل ڪرڻ جو صحيح طريقو.

قومي سوال واري مسئلي جو نبيرو ٻن طريقن سان ڪري سگهجي ٿو. هڪ ته زور زبردستيءَ وارو طريقو آهي، جنهن ۾ اقليتن کي اڪثريتي قوم ۾ ضم ڪيو وڃي ٿو، يعني اقليت کي تباهه ڪيو وڃي! اهو طريقو رجعت پسند حاڪمن جو وڏندڙ طريقو آهي ۽ چين جو رجعت پرست گروهه چيانگ ڪائي شيڪ وارو ڪومنتانگ گروهه هو. اهو حاڪم طبقو چين ۾ رهندڙ قومي اقليتن جي وجود کان ئي انڪاري هو ۽ سندن سوچ مطابق چين ۾ وسندڙ هر قوم، ”هان قوم“ جي شاخ آهي! اهو طريقو غلط آهي، انهيءَ سان ملڪ جي اتحاد کي نقصان رسي ٿو ۽ قوميتون هڪٻئي کان نفرت ڪرڻ ٿيون لڳن!

انهيءَ ڏس ۾ ٻيو طريقو، جنهن کي اسين درست تسليم ڪريون ٿا ۽ جيڪو قابل عمل آهي، سو آهي قومي برابري وارو! انهيءَ اصول تحت چين جي هر

قوم جي وجود کي تسليم ڪيو ويو آهي ۽ هر قوميت جي لاءِ هڪجهڙا حق تسليم ڪيا ويا آهن. جن علائقن ۾ قومي اقليتون، ايڪي ۽ ٻڌيءَ سان رهن ٿيون، تن علائقن کي مڪمل علاقائي خودمختياري ڏني ويئي آهي ۽ اقليتن کي به اڪثريتي قوميت جهڙا حق حاصل آهن. اهو طريقو يا اصول قوميتن جي اتحاد، ايڪي، پيار ۽ محبت لاءِ نهايت ڪارآمد ثابت ٿيو آهي ۽ اهو رستو، اهو اصول مارڪس ۽ لينن جو ڏسيل آهي ۽ ڪميونسٽ پارٽي انهيءَ اصول تي عمل ڪري ٿي!

چيني انقلاب ۾ قومي سوال جي اهميت ۽ قوميتن متعلق چيني ڪميونسٽ پارٽيءَ جي پاليسي ۽ اقليتن سان سندن لاڳاپن جي تاريخي اوسر ۽ انقلاب ۾ اقليتن جيڪي قربانيون ڏنيون، تنهن تي هڪ نظر وجهڻ نهايت ضروري آهي.

چيني ڪميونسٽ پارٽيءَ، قوميتن واري سوال کي هميشه انقلاب جي هڪ اهم سوال جي حيثيت ۾ ڏٺو آهي ۽ اقليتن جي آزاديءَ کي چيني عوام جي مڪمل آزاديءَ جو هڪ حصو پئي سمجهيو آهي! يعني ڪميونسٽ پارٽيءَ جي نظر ۾ سڀ قوميتون برابر حيثيت جون مالڪ هيون ۽ سڀني کي هڪجهڙا حق حاصل هئا. انهيءَ ڪري پارٽيءَ ٻاهرين سامراجي حاڪمن کي ملڪ مان تڙي ڪڍڻ ۽ ملڪ جي تمام قوميتن جي آزادي، ايڪي ۽ برابريءَ لاءِ جدوجهد ڪئي.

پارٽيءَ جمهوريت آڻڻ لاءِ هميشه انهيءَ اصول تي عمل ڪيو. پارٽيءَ جي ٻي ڪانگريس تي پيش ڪيل منشور ۾ قوم پرستيءَ واري اصول متعلق اهم نڪتا موجود هئا، جن مطابق آزادي حاصل ڪرڻ کان پوءِ چين هڪ جمهوري ملڪ هوندو ۽ منگوليا، تبت ۽ ترڪستان کي مڪمل علائقائي خود مختياري حاصل هوندي. پوءِ جي انهي خودمختيار علائقن ۽ چين ملڪ اهو بهتر چاهنو ته سندن بقا جو دارو مدار ايڪي ۽ اتحاد تي آهي ته، هو گڏجي هڪ چيني وفاقي رياست قائم ڪندا. ١٩٢٧ع ۾ ڀهرين اندروني انقلابي جنگ جي وقت پارٽيءَ جي ڪيترن اهم ڪامريڊن لکت ۾، ۽ ڪلم ڪلا قوميتن متعلق پارٽي لائين جي وضاحت ڪئي، انهيءَ ڪانسواءِ ١٩٣١ع ۾ ٿيندڙ پهرين سوويت ڪانگريس ۾ اعلان ڪيل منشور ۾ پڻ قوميتن متعلق ٺهراءُ شامل هئا، جن ۾ قومي خودمختياريءَ بابت نڪتا پڻ هئا. آگسٽ ١٩٣٥ع ۾ پهرئين ۽ چوٿين محاذ جي فوج جي هڪ ٿي ۾ ضم ٿيڻ واري موقعي تي مرڪزي ڪميٽيءَ انهيءَ فيصلي جو اعلان ڪيو هو ته، قومي اقليتن کي چيني ڪميونسٽ پارٽي ۽ چين جي انقلابي حڪومت جو هڪ حصو بنائڻ، خود چيني عوام جي انقلاب جي ڪاميابيءَ لاءِ هڪ اهم قدم ثابت ٿيندو. ۽ چيني ڪميونسٽ پارٽيءَ جو اهو فيصلو ڪنهن به دور ۾ بدلايو نه ويو ۽ جڏهن چيني عوام جي عظيم

فوج، ڪامريڊ مائوجي اڳواڻيءَ ۾ لانگ مارچ ڪري قومي اقليتن واري علائقن مان لنگهي رهي هئي تڏهن به اقليتن لاءِ انهن ڏي جذبن جو اظهار ڪيو ويو جيڪي پارٽيءَ جي مرڪزي ڪاميٽيءَ منظور ڪيا هئا، يعني دوستي ۽ ڀائپي. انهيءَ ڪنسواه پارٽيءَ اقليتن کي سندن عوامي حڪومتون قائم ڪرڻ ۾ مدد پڻ ڏني، پارٽيءَ جي انهيءَ ڪردار جو خاص ڪري اثر اولهه طرف وسندڙ اقليتن تي ڏاڍو سٺو اثر ٿيو. لانگ مارچ دوران جڏهن عوامي فوج ڏکڻ طرف شينسي انقلابي اڏي طرف طرف پنهنجا قدم وڌايا تڏهن پارٽيءَ منگوليا جي عوام لاءِ هڪ بيان جاري ڪيو. ٢٠ ڊسمبر ١٩٣٥ع تي، حقيقتي عوامي انقلابي حڪومت جي نالي ۾ جاري ڪيل انهيءَ بيان ۾ پارٽيءَ واضح طور اهو اعلان ڪيو ته چيني عوامي انقلاب جو مقصد رڳو اهو نه آهي ته عوام کي سامراجي ۽ ظالم حاڪمن جي چنبي مان آزاد ڪرائجي، پر گڏوگڏ اهو پڻ آهي ته ملڪ اندر اقليتن، مظلوم طبقن ۽ ڪمزور انسانن جي آزاديءَ لاءِ پڻ جدوجهد ڪئي وڃي، انهيءَ بيان ۾ انهيءَ ڳالهه تي زور ڏنو ويو هو ته جي چيني عوام ۽ منگوليائي عوام هڪ ٿي، ٻڌي ڪري جدوجهد ڪندا ته صرف انهيءَ صورت ۾ جاپاني سامراج ۽ چيانگ ڪائي شيڪ جي ظالم ٽولي کي ملڪ مان ڪڍي سگهبو ۽ اهڙيءَ ريت منگوليائي عوام به قومي تباهيءَ

ڪان بچي سگهندا ۽ پنهنجي حيثيت جو دفاع ڪري سگهندا !۔ انهيءَ بيان ۾ منگوليائي عوام جا مطالبا پڻ چيني ڪميونسٽ پارٽيءَ جي منشور ۾ شامل ڪيا ويا.
اهي مطالبا هيٺيان هئا.

١— منگوليا جي ضلعن ۽ ڊويزنن جي حدن سان تمام گهٽي هٿ چراند ڪئي هئي ۽ سندن ملڪ جو ڪيترو علائقو ڪاٽئن ڪسيو ويو هو. اهو تمام علائقو پوري صورت منگوليائي عوام کي ملڻ گهرجي. جي هول، ”چاهار“ ۽ ”سو يوآن“ نالي انهي صوبن جا نالا ختم ڪيا وڃن ۽ انهن جي انتظامي مشينري کي ختم ڪيو وڃي. پين علائقن جا ماڻهو منگوليائي عوام جي زمينن تي قبضو نٿا ڪري سگهن ۽ نه وري ڪنهن قسم جي مڪر ۽ دولاب سان ڪين سندن حق کان محرم ٿا ڪري سگهن.

٢— پارٽي منگوليا جي عوام جي انهيءَ حق کي تسليم ٿي ڪري ته هو پنهنجا اندروني معاملا پاڻ طئي ڪندا چاڪاڻ ته ڪنهن بہ قوم جي فردن کي انهيءَ جو حق ناهي ته هو منگوليائي عوام جي رهڻي ڪهڻيءَ جي طريقي، ۽ خوشيءَ غمي ۽ مذهبي رسمن جي ادائگيءَ ۾ ڪنهن بہ قسم جي مداخلت ڪري. منگوليائي عوام خود مختيار آهن ته هو پنهنجي لاءِ ڪوبہ نظام حڪومت يا نظام معيشيت منتخب ڪن. هو پنهنجي ملڪ جي ترقي، پنهنجي حڪومت جي قيام، پين صوبن سان

وفاق جي صورت ۾ بدي ڪرڻ، يا پاڻ کي هڪ ڌار حڪومت هيٺ متحد رکڻ وارز معاملن ۾ آزاد آهن. اڻين ڪٺي چئجي ته منگوليائي عوام به چيني عوام وانگر آزاد آهن ۽ سندن قوميت جو درجو چيني قوميت کان گهٽ نه آهي.

٣- جيتري قدر اندروني منگوليا، ۾ وسندڙ، هان، هوئي، تبتي ۽ مانچو قوميتن جو تعلق آهي، قومي برابريءَ واري بنياد تي انهن ۾ پڻ جمهوريت جي پرورش ڪرڻ کپي ۽ کين منگول عوام جي برابر سمجهڻ گهرجي، ۽ کين پنهنجي ٻولي، مذهب ۽ رهڻي ڪهڻيءَ جي معاملي ۾ مڪمل آزادي هجڻ گهرجي.

٤- تنگ يوشين ۽ ڪاڻوشي شهن جي قبضي ۾ جيڪي علائقا آهن سي هڪدم منگوليا جي حوالي ڪيا وڃن ۽ عظيم ديوار چين سان لاڳو علائقن کي واپاري مرڪزن جي حيثيت ڏني وڃي جيئن پنهي طرفن واپار وڌي.

٥- اسانجي مزورن، هارين ۽ فوجي جوانن جو اهڙو ڪو پروگرام نه آهي ته اوهانجي پنين ۽ باغن کي پنهنجي رهڻي جي حيثيت ڏيون ۽ اميد رکون ٿا ته اوهان پڻ انهيءَ ساڳيءَ اصول تي عمل ڪري چين جي سامراج دوست، وطن دشمن، ظالم سردارن، ۽ جاپاني سامراجي فوجن کي پنهنجي علائقي مان لنگهڻ ۽ اسان تي حملو ڪرڻ جي اجازت نه ڏيندا، نه ته

انهيءَ سان پاڻ اوهان جي وطن کي به زبردست تباهيءَ جي شڪل ڏسڻي پوندي. اسين اوهان سان ايڪي ۽ ٻڌيءَ جا خواهشمند آهيون جيئن گڏجي، هڪٻئي جي مدد سان دشمن کي لوڌي ڪيون.

انهن سڀني ڳالهين جو مرڪزي نڪتو اهو آهي ته جي اوهان پنهنجي ملڪ جي آزادي وڃائڻ نٿا چاهيو ته جاپاني سامراج ۽ چيانگ ڪائي شيڪ ٽولي جي مخالفت ڪريو. اهڙيءَ صورت ۾ اسين نهايت نيڪ نيتي ۽ سچائيءَ سان اوهان جي مدد ڪنداسون. پوءِ ڪٿي اوهان جا رهنما وڏن مائهن مان هجن يا عام مائهن مان. ٢٥ مئي ١٩٣٦ع تي اهڙوئي هڪ بيان ”هوئي“ عوام جي نالي جاري ڪيو ويو هو. ان ۾ چيو ويو هو ته.

قومي حق خودارادیت متعلق اسان جي پاليسي ”هوئي“ عوام جي مقامي يا اندروني معاملن ۾ به بالڪل صاف ۽ سچي آهي. اسان جي پاليسيءَ جو بنياد اهو آهي ته سمورن ”هوئي“ علائقن ۾، ”هوئي“ قوم جي چونڊيل ۽ قائم ڪيل، آزاد ۽ خودمختيار حڪومت، سياسي، معاشي، اقتصادي، مذهبي، تعليمي ۽ اخلاقي معاملن ۽ مسئلن متعلق، پنهنجين ريتن رسمن ۽ پنهنجن قانونن تحت فيصلا ڪرڻ جي مختيار هوندي. جتي به ”هوئي“ عوام ٿورائيءَ ۾ آهن، پوءِ ڪٿي اهو وڏو علائقو هجي، ضلعو هجي يا ڪو ڳوٺ هجي، هو

سڀني قومن سان برابريءَ واري اصول تي ”هوئي“ قوميت جي خودمختيار حڪومت قائم ڪندا ۽ پنهنجا مسئلا پاڻ نبيريندا.

٢- مذهبي آزاديءَ جي اصول پٽاندر اسين مسجدن ۽ امامن کي تحفظ ڏيڻ جو واعدو ٿا ڪريون ۽ ”هوئي“ عوام کي مڪمل مذهبي آزادي حاصل رهندي.

٣- ڪنهن به آزاد ۽ خودمختيار قوم کي هٿيار رکڻ جو مڪمل حق حاصل هوندو آهي. ”هوئي“ عوام جي هٿياربند قوت سان ٻڌي ۽ ايڪي جي بنياد تي اسين هڪ مضبوط، منظم جاپان دشمن فوج قائم ڪرڻ ٿا چاهيون جيڪا هوئي قوم جي فوج، متحده جاپان دشمن فوج جو هڪ اهم جزو بڻجي وڃي.

٤- عوام دشمن حڪومت ۽ سرڪاري آفيسرن طرفان لاڳو ڪيل تمام ناجائز ٽيڪس ختم ڪري، ”هوئي“ عوام تان اهو بار لاٿو ويندو ۽ سندن معيار زندگيءَ کي سڌارڻ جي هر ممڪن ڪوشش ڪئي ويندي ۽ سندن بهتريءَ لاءِ هر ضروري اپاءُ ورتو ويندو.

٥- ”هوئي“ عوام ۾ تعليم کي فروغ ڏنو ويندو، ۽ تعليم جي معيار کي اوچو رکڻ لاءِ هرممڪن جتن ڪيا ويندا. ”هوئي“ ٻوليءَ ۾ اخبارون ۽ رسالا شايع ڪيا ويندا ۽ هوئي قوم جي تهذيب ۽ ثقافتي ورثي جي حفاظت ڪئي ويندي ۽ منجهن سياسي شعور بيدار ڪرڻ لاءِ ڪوشش ڪئي ويندي.

٦- عظيم چين جي ٻن عظيم قومن "هان" ۽ "هوئي" وچ ۾ هر قسم جي تعلق کي فروغ ڏنو ويندو ۽ ٻنهي قومن وچ ۾ رابطو ۽ لاڳاپو قائم ڪرڻ ۽ انهيءَ کي برقرار رکڻ لاءِ ڪوشش ڪئي ويندي، ۽ گڏجي، ٻڌي ۽ ايڪي سان، قوم جي غدارن ۽ جاپاني سامراج جي چاڙتن کي ملڪ مان لوڏي ڪڍيو ويندو.

اپريل ۽ جولائي ۱۹۴۰ع ۾ ترتيب وار "هوئي" ۽ "منگول" قومن جي مسئلي تي مرڪزي ڪاميٽيءَ جي آفيس مان اهي بيان ٻاهر جاري ڪيا ويا جيئن جاپاني سامراج خلاف ۽ انهن سان وڙهڻ لاءِ چين ۾ رهندڙ مختلف قومن ۽ قوميتن جي اتحاد کي مضبوط بڻايو وڃي جيڪي هڪٻئي کان ڌار ڪيون ويون هيون، جيڪي نا انصافي ۽ ڏاڍ جو شڪار ٿيل هيون ۽ جن کي رجعت پسند حاڪم ٽولن "هان" عوام جي خلاف ڪري ڇڏيو هو. انهن بيانن جي آڌار تي ڏکڻ اولهه ورڪ ڪاميٽيءَ، قومي سوال جي زبردست اهميت کي واضح ۽ چٽو ڪرڻ ۽ چيني عوام ۾ نااتفاقي وڌائڻ ۽ ڏفيڙ وجهڻ خاطر چين جي مختلف قومن وچ ۾ موجود نا اتفاقي ۽ دشمنيءَ کي استعمال ڪرڻ واري سامراجي سازش جو راز فاش ڪرڻ جو فيصلو ڪيو. انهيءَ وقت تائين پارٽيءَ جي منشور جو اهو نڪتو بالڪل صاف ۽ چٽي طرح تسليم ٿي چڪو هو ته جاپان سامراج کان ملڪ کي آزاد ڪرڻو آهي ته قومي اقليتن ۽

وڏي اڪثريت واري قوم کي هڪ پليٽ فارم تي آندو وڃي، منجهن ايڪو قائم ڪيو وڃي ۽ اهو سڀ ڪجهه تڏهن ٿي ممڪن هو جڏهن انهيءَ ڏس ۾ صحيح پاليسي اختيار ڪئي وڃي جنهن تحت اقليتن کي سندن حق ملن ۽ گهڻائيءَ واري قوم سندن استحصال نه ڪري سگهي- انهيءَ لاءِ ضروري هو ته ڪومنتانگ حڪومت جي "هان ازم" پاليسيءَ کي رد ڪري، هان قوم کي احساس ڏيارجي جيئن هو ٻين قومن جا حق غصب ڪرڻ واري پاليسيءَ کي ترڪ ڪري، ۽ گڏوگڏ قومي اقليتن جي سوچ ۽ فڪر تي جنهن تنگ نظر قوم پرستيءَ واري جذبي قبضو ڪري ورتو آهي، انهيءَ کي آهستي آهستي وسعت نظري ۾ تبديل ڪيو وڃي جيئن هو وڏي قوم خلاف پنهنجا اختلاف ۽ ويڇا آهستي آهستي گهٽ ڪن ۽ پوءِ ختم ڪري اسان جي پاليسيءَ تي اعتماد ڪن- اسانجو فرض آهي ته قومي اقليتن ۾ پيدا ٿيل ويڇن، کين جمهوري حق ڏيڻ، سندن اندروني معاملن جي نبيرڻ، سندن مذهبي لاڙن، ٻولي ۽ تحرير، رسم ۽ رواج وغيره جو احترام ڪرڻ، ڪارڪنن جي تربيت ڪرڻ، ۽ هٿيار بند فوج تشڪيل ڏيڻ جهڙن مڙني مسئلن ۽ انهن ڪانسواءِ انهن اصولن جي ڪري پيدا ٿيل انيڪ عملي ڏکيائين کي دور ڪرڻ خاطر اسانکي قومي برابريءَ جي اصولن تي پارڻو پوندو.
جاپان خلاف جوٽيل جنگ آزاديءَ دوران چين جي

ڪميونسٽ پارٽيءَ وري وري قومي علائقائي خودمختياريءَ جي پاليسيءَ جو واضح اعلان پئي ڪيو آهي ۽ درحقيقت آزاد علائقن ۾ انهيءَ پاليسيءَ تي عمل پڻ ڪري ڏيکاريو. ڪامريڊ مائوزيتنگ ۱۹۴۵ع ۾ پنهنجي هڪ تحرير ”مخلوط حڪومت“ جي هڪ باب ”قومي سوال“ ۾ انهيءَ مسئلي کي اڃان به وڌيڪ وضاحت سان هن ريت سمجهايو آهي.

آزادي حاصل ڪرڻ ۽ پنهنجي حڪومت جي قيام پنهنجي ملڪ جي معاشي حالت کي سڌارڻ، ۽ پنهنجي ثقافت کي دنيا اڳيان روشناس ڪرائڻ خاطر ۽ عوام جي حقن ۽ سندن آزاديءَ جي تحفظ خاطر، خود انهن مان ئي هٿيار بند، تربيت يافته جٿا تيار ڪرڻ وارن معاملن ۾ اسانکي تمام قوميتن جي مدد ڪرڻ گهرجي. سندن ٻولي، رسم رواج ۽ مذهبي لاڙن جو احترام ڪرڻ گهرجي.

انهن سمورين مٿين ڳالهين مان ظاهر ٿئي ٿو ته چيني ڪميونسٽ پارٽيءَ پنهنجي قيام کان وٺي اڄ تائين خود کي هميشه قومي سوال سان پابند رکيو آهي.

ڪجهه ماڻهن جو خيال آهي ته سوويت روس جي مقابلي ۾، نئين جمهوريت واري انقلابي دور ۾ چين ۾ قومي سوال مختلف قسم جو هو. اهو ڇو هو؟ دراصل چين هڪ اهڙو ملڪ آهي جنهن ۾ گهڻيون قومون آباد آهن جن ۾ مان وڏي قوم ”هان“ آهي جيڪا چين

جي ڪل آباديءَ جو ٩٠ سيڪڙو آهي ۽ جيڪا مجموعي طور، سياسي، معاشي ثقافتي ۽ اقتصادي لحاظ کان قومي اقليتن جي مقابلي ۾ گهڻو ترقي يافته آهي. انهيءَ صورتحال ۽ آڪٽوبر واري انقلاب کان اڳ روس ۾ روسين جو ڪل تعداد آباديءَ جي ٥٠ سيڪڙو کان وڌيڪ هو. ۽ انهن مان ڪيترئي قومون، سياسي طور تي وڌيڪ سجاڳ، معاشي لحاظ کان وڌيڪ مضبوط، ۽ ثقافتي و اقتصادي ميدانن ۾ وڌيڪ ترقي يافتا هيون ۽ روسي قوم انهن مڙني معاملن ۾ پوئتي پيل هئي، انهيءَ ڪانسواءِ زار جي ظالماڻي دور حڪومت جي نتيجي ۾ قومي سجاڳيءَ جي هڪ لهر اڳ ئي آيل هئي، جڏهن ته چيني ڪميونسٽ انقلاب جي شروعاتي دور ۾ منگوليائي تحريڪ ڪانسواءِ جيڪا ”چينگ“ حڪومت جي خاتمي تي شروع ٿي هئي. ٻي ڪابه قومي آزاديءَ جي تحريڪ موجود ڪونه هئي، جيتوڻيڪ رجعت پسند حاڪم ٽولن خلاف هلندڙ ننڍين قومن جون تحريڪون ۽ بغاوتون برابر جاري هيون. انهن حالتن ۾ چين ۾ جهڙيءَ ريت قومي سوال، تحريڪ دوران اڀري وڌيو، هو قدرتي طرح انهيءَ حد تائين اعتماد جوڳو نه هو جهڙو روسي انقلاب دوران. انهيءَ ڪانسواءِ چيني انقلاب سڀ کان اڳ ”هان“ علائقن، خاص ڪري اترئين پاسي ۽ سمنڊ جي ڪناري تي آباد تيل علائقن ۾ آيو. اهي علائقا خاص قومي اقليتن واري علائقن کان ڪجهه پرڀرو آهن.

۽ انهيءَ ڪري قومي اقليتن سان رابطو گهٽ رهيو. انهيءَ سان گڏوگڏ ٻي اها ڳالهه به قومي سوال کي اعتماد جي حد تائين پهچڻ کان روڪي رهي هئي جو پارٽيءَ پنهنجو پهريون ۽ انتهائي ضروري فرض اهو سمجهيو ته سامراج دشمن، جاگيردار دشمن جدوجهد کي تيزيءَ سان اڳتي وڌائجي، جيئن مادر وطن ۽ سمورين قومن کي انهيءَ پرڏيهي پرماري ۽ استحصالي نظام کان آزادي ڏيارجي ۽ ڌارين کي پنهنجي سر زمين تان لوڏي ڪڍجي. انهيءَ وقت سڀ کان وڏو ۽ اهم مسئلو ئي اهو هو ته سامراج کان وطن کي پاڪ ڪجي ۽ انهيءَ ڪري ڪجهه ماڻهن اهو فرض ڪري ورتو ته اندروني قومي مسئلي جو ڪو وجود ئي نه هو. انقلاب جي تاريخ شاهد آهي ته چيني ڪميونسٽ پارٽيءَ ماضيءَ ۾ به قوميتن جي مسئلي تي سنجيدگيءَ سان سوچيو آهي ۽ هميشه اهو خيال رکيو آهي ته اهو به هڪ اهم مسئلو آهي ۽ انهيءَ جو حل ڳولهڻ نهايت ضروري آهي.

انقلاب جيئن جيئن ڪاميابيءَ جون منزلون طئي ڪندو ويو، قومي سوال تيئن تيئن اڳتي وڌندو رهيو آهي ۽ واضح صورت اختيار ڪندو ويو آهي، ۽ انقلاب جي ڪاميابيءَ سان گڏ، قومي سوال مختلف مرحلن تي مختلف صورت اختيار ڪندو رهندو آهي ۽ صورتحال

ٻڌايي رهندي آهي. جيڪي تقاضا قومي سوال جا، انقلاب جي آغاز ۾ هوا، اهي هاڻ ساڳيا نه رهيا هئا.

انقلاب جي نئين جمهوري دور ۾ چيني ڪميونسٽ پارٽيءَ چين ۾ رهندڙ مڙني قوميتن جي عوام کي پاڻ ۾ ٻڌي ۽ ايڪو قائم ڪرڻ جي دعوت ڏني جيئن تمام قومون ملي هڪ ٿي، پرماري قوتن، سامراجي ايجنٽن، جاگيردارن، نوڪر شاهي ۽ سرمايهدارن خلاف جدوجهد ڪري سگهن ۽ زميندارن ۽ سرمايهدار طبقي جي حڪومت جو تختو اونڌو ڪري سگهجي- پهرين آڪٽوبر ١٩٤٩ع تي چيني عوام جي رياست جي قائم ٿيڻ سان عوام ۽ پارٽيءَ جا اهي مطالبا جهڙوڪر پورا ٿي ويا- هاڻ سوال ٿو پيدا ٿئي ته جيڪا ملڪ جي هر قوميت کي آزادي ماڻ ڪانپوءِ، قوميتن جي ظلم ۽ ڏاڍ واري نظام جي خاتمي ڪانپوءِ ۽ هر قوميت جي انهيءَ عهد ڪانپوءِ ته هر قوم ٻي قوم جي آزاديءَ جو ۽ سندن حقن جو احترام ڪندي، اها ضرورت باقي ٿي رهي ته اقليتون اڃان به آزاديءَ جي جنگ جاري رکن؟ نه اٿين نه ٿيڻ گهرجي ڇاڪاڻ ته قومي آزادي حاصل ٿي چڪي آهي ۽ قوميتن تي ٿيندڙ ظلم ۽ استحصالي نظام جو خاتمو ٿي چڪو آهي- جي اهو ٿو چيو وڃي ته ڪن قومن جو عوام اڃان پڻ قومي ڏاڍ ۽ ظلم جو شڪار آهي ۽ اڃان پڻ کين آزاديءَ جي جنگ جاري رکڻ گهرجي ته انهيءَ جو اهو مطلب هرگز نه آهي

ته ڪو هو وڏي قوميت جي ظلم جو شڪار آهن يا وڏي قوم سندن استحصال ڪري رهي آهي، پر سمجهڻ گهرجي ته مٿن اچان به ٿيندڙ ظلم جو تعلق ڪن قومين اندر اهڙي نظام يعني جاگيردارانه ۽ سرمايه دارانه نظام جي موجودگي آهي. قومي بنيادن تي ته ڪٿي گڏيل جدوجهد جي نتيجي ۾ اهو نظام ختم ٿي چڪو هجي، پر ننڍين قومين ۾ بدستور قائم هجي ته به انهيءَ قوم کي آزاد نٿو چئي سگهجي. اهڙي صورتحال کان نجات جي واحد صورتحال اها آهي ته هر اهڙي قوميت، هاڻي وري پنهنجي اندروني ظلم ۽ ڏاڍ واري سرشتي کي ختم ڪرڻ لاءِ جدوجهد ڪري جو ته جي ائين نه ٿيو ته هر قوم ۾ موجود اهڙا رجعت پسند عنصر، انهيءَ صورتحال جو فائدو وٺندا ۽ اهڙا ڪم ڪندا جو قوم وري پنهنجي آزادي ۽ خود مختياري وڃائي ويهندي ۽ استحصال جو شڪار ٿي ويندي. اها ته ٿي هر قوميت جي اندروني صورتحال ته هو خود کي پنهنجي قوم جي ڏي پرمارن کان ڪيئن بچائي، هوڏانهن اجتماعي طور تي هاڻي اسانجو فرض اهو ڏو وڃي بيهي ته ماضيءَ جي استحصالي، ظالم ۽ رجعت پسند حڪمران ٽولن، قومن وچ جيڪا هڪٻئي لاءِ نفرت پيدا ڪري ڇڏي آهي، وڏي ۽ اهم قوميت کي جهڙيءَ ريت ننڍين قومن لاءِ راڪاس بڻائي ڇڏيو آهي ۽ منجهن ويڇا ۽ اختلاف پيدا ڪري ڇڏيا آهن.

۽ هنن قوميتن سان جيڪو تعصبي ورثاءُ پٺي ڪيو آهي، تنهن جو تدارڪ ڪجي- قومن جي دلين مان نفرت دور ڪري پيار ۽ محبت جي فضا قائم ڪجي، وڏي قوم کي احساس ڏيارجي ته هو ننڍين قومن جا حق غصب نه ڪري ۽ صرف پنهنجي حقن لاءِ جدوجهد ڪري ۽ ننڍين قومن جي حقن جو احترام ڪري ۽ منجهائن حڪمرانيءَ وارا خيال دور ڪري قومي برابريءَ واري اصول تي عمل ڪرڻ جي هدايت ڪجي، سندن طرز عمل اهڙو ڪرڻ گهرجي، جيئن ننڍين قومن جي دلين مان ڊاريائپ جو احساس ختم ٿئي. قومي آزادي حاصل ٿيڻ کانپوءِ ابتدائي دور ۾ اسان کي جيڪو اهم ترين ڪم سر انجام ڏيڻو آهي سو آهي قوميتن جي پڪي ۽ ايڪو قائم ڪرڻ ۽ انهيءَ ناطي کي مضبوط ڪرڻ ۽ انهيءَ لاءِ اسان کي هر ممڪن طريقو استعمال ڪرڻ گهرجي، ڇو ته جي امتيازي سلوڪ جاري رهيو تعصب جي فضا قائم رهي. قومون هڪٻئي کان ڌار ڌار ۽ اجنبي ٿي رهنديون ته انهيءَ جو فائدو وري به اسان جي مشترڪ دشمنن کي ٿيندو يعني سامراجي ۽ رجعت پسند ٽولن کي. تمام ڏکيي عرصي کان موجود انهيءَ انتهائي اهم ۽ نازڪ مسئلي کي حل ڪرڻ لاءِ، مارڪسي ليننسي نظريه کي بنياد ناهي، ڇني ڪميونسٽ پارٽي اچوڪي عبوري دور ۾ پوري ملڪ جي عوام ۽ هر قوميت جي عوام جي مشترڪ ذميواري سمجهي

تي ته هو گڏجي قوميتن جي داخلي مسئلن کي نبيرين.
اهو مسئلو نبيري ويو ته، پوري ملڪ ۾ اتحاد قائم ٿي
ويندو، سموريون ننڍيون وڏيون قومون هڪ خاندان
جي حيثيت ۾ رهڻ لڳنديون، وطن جو دفاع مضبوط
ٿيندو، تسبيح جي داڻن جيان گڏ رهي ڪري هر قوم
ٻي قوم جي حقن جو احترام ڪندي، منجهن ننڍ وڏائي
۽ ٿورائي ۽ گهٽائيءَ وارا خيال نه پيدا ٿيندا ۽ قومي
برابريءَ جو جذبو پيدا ٿيندو، ٻئي ۽ ايڪي جي ڪري
پنهنجي پنهنجي علائقي جي خود مختياريءَ جو احترام
ڪيو ويندو، ۽ اجتماعي طور تي ملڪ جي سالميت
ڏانهن اک کڻي نهارڻ جي ڪنهن کي همت ڪونه
ٿيندي، باهمي ميل ميلاپ وڌندو، هڪٻئي تي اعتماد
قائم ٿيندو ته قومي ترقي ٿيندي، ملڪ ترقي ڪندو ۽
هر قوميت ترقيءَ جي شاهراه تي گامزن ٿيندي، پوئتي
پيل قومون، ترقي يافته قومن سان ڪلهو ڪلهي سان
ملائي هلنديون، ۽ اهڙيءَ ريت بالاخر اسين پنهنجي
منزل مقصود تي وڃي رسنداسون.

قوميتن جي سوال تي چيني ڪميونسٽ پارٽيءَ جا
اهي مول ۽ متا بلڪل واضح ۽ ظاهر آهن. چيني
عوام جي سياسي مشاورتي ڪانفرنس ١٩٤٩ع ۾ جيڪو
گڏيل پروگرام ظاهر ڪيو هو، تنهن جي ڇهين باب
۾ بالڪل چٽن اکرن ۾ واضح ڪيل آهي ته عظيم
چين جي سرحدن ۾ رهندڙ تمام قومون برابر آهن ڪنهن

وڏي قوم کي ننڍي قوم تي حڪم هلائڻ جو ڪو اختيار نہ آهي. ڪين هڪبئي جي حقن جو احترام ڪرڻو آهي ۽ ٻڌي ۽ ايڪي سان رهڻو آهي. ڪنهن بہ قسم جو تعصب، يا امتيازي عمل، ظلم ۽ ڏاڍ واري ڪابہ ڪاروائي، عوام جي ايڪي ۽ ٻڌيءَ لاءِ هاڃيڪار ڪوبہ قدم ۽ اهڙي ڪا بہ سرگرمي جيڪا قومن جي اتحاد ۾ ڏڦيڙ جو ڪارڻ بڻجي، سخت ڏوهہ آهي. جيڪي قومون ڪنهن مخصوص علائقي ۾ گڏجي رهن ٿيون سي پنهنجي آبادي ۽ علائقي جي پکيڙ جي حساب سان، پنهنجا خود مختيار انتظامي ادارا قائم ڪن ۽ پنهنجا داخلي معاملا پاڻ نبيرين. جيڪي قومون ڌار ڌار رهن ٿيون ۽ ڪين پنهنجا علائقا آهن، تن کي حق حاصل آهي تہ هو اتي مڪمل طور تي خود مختيار، پنهنجا انتظامي ادارا قائم ڪن ۽ پنهنجا مسئلا حل ڪن. قومي ليول تي هر قوم کي سندن آباديءَ جي لحاظ کان انتظامي ادارن ۾ نمائندگي ملندي ۽ ڪنهن قوم سان امتيازي ورتاءُ نہ ڪيو ويندو.

انهيءَ ڪانسواءِ عوامي حڪومت جو اهو فرض آهي تہ هر قومي اقليت جي ڀرپور مدد ڪري جيئن هو سياسي، معاشي، اقتصادي ۽ تعليمي ميدانن ۾ ترقي ڪري سگهن ۽ پاڻ کان اڳتي وڌيل قومن سان ڪلهو ڪلهي ۾ ملائي هلي سگهن- يعني هڪ تہ قومون گڏجي ملڪ جي سلامتي ۽ ترقيءَ لاءِ ڪم ڪن ۽

ايڪي ۽ ٻڌيءَ سان رهن، ۽ عوامي حڪومت وري هر قوم جي اهڙي ڀرپور انداز ۾ مدد ڪري جو ڪين ٻيائيءَ جو احساس نه ٿئي، خود کي هو ملڪ ۾ ڌاريون نه سمجهن ۽ ڪين تعصب ۽ امتيازي سلوڪ جي شڪايت نه ٿئي. اهڙي ريت سموريون قومون جلد جلد ترقيءَ جون منزلون طئي ڪنديون رهنديون ۽ ملڪ جيئن پوءِ تيئن وڌندو مضبوط ٿيندو.

سو اسين چئي ٿا سگهون ته، قومي برابريءَ وارو سوال اسان جي ملڪ جي آئين ۾ نه رڳو شامل آهي پر اهو نڪتو اسان جي دستور جو اهم ترين ۽ خاص ترين نڪتو آهي. قومي اقليتن جي جملي حقن جي حفاظت خاطر اسانجي عوامي حڪومت گذريل سالن دوران هر ممڪن ڪوشش ورتي آهي جنهن ۾ مختلف هنڌن تان اهڙا بئنر، بورڊ، نقش ٽيل پٿر، جاين جا نالا، جن مان ڪنهن ٻي قوم جي دل آزاري ٿيڻ جو امڪان هو، ڪا به اهڙي رسم يا ريت جنهن ساز اتحاد ۾ شامل ڪنهن ٻي قوم کي تڪليف رسڻ جو امڪان هو، انهن کي دور ڪرڻ ۽ ختم ڪرڻ جا حڪم جاري ڪيا. عام تعليم ذريعي به قومي برابريءَ جي جذبي کي تقويت پهچائي آهي ۽ اقليتن جي برابريءَ وارن حقن جو تحفظ ڪيو آهي.

اسان آخر چئو ايتري قدر مستقل مزاجيءَ ۽ باقائدگيءَ سان ملڪي سرحدن اندر وسندڙ هر قوم جي علائقن

جي تحفظ ۽ جملي حقن ۾ برابريءَ واري اصول جي وڪالت ڪئي؟ انهيءَ جا سبب هي آهن.

١- قومن جي برابري ڪميونسٽ پارٽيءَ جو بين الاقوامي اصول آهي- ڇاڪاڻ ته جيسين ۽ قومن کي برابريءَ جي بنياد تي حق نه ڏنا ويندا تيسين ۽ مختلف قومن وچ ۾ موجود ڏاريائپ، شڪ ۽ شبهي، جا جذبا جيڪي سڀ ماضيءَ جي حاڪمن جي پاليسين سبب، اسانکي ورثي ۾ مليا آهن، تن کي دور نٿو ڪري سگهجي. تمام ڏگهي استحصالي دور ۾ قومتن وچ ۾ ڏاريائپ جو احساس ايتري قدر ته وڌي چڪو آهي جو نفسياتي طور تي ملڪ جي آزادي ۽ قومي برابريءَ جي اصولن جي بار بار پرچار ۽ عملي مظاهرن جي باوجود اها ڏاريائپ اڃان موجود آهي ۽ انهيءَ کي ايتري مختصر عرصي ۾ چند اعلانن ذريعي پاڙان پٽي نٿو سگهجي. پر انهيءَ فيلڊ ۾ ڪاميابيءَ حاصل ڪرڻ لاءِ اسان کي ڏگهي عرصي تائين نهايت صبر سان ڪم ڪرڻو پوندو. اهو يقين رکجي ته صدين کان قومون هڪٻئي لاءِ جيڪا نفرت ذهنن ۾ رکنديون آيون آهن تنهن کي جلد دور نٿو ڪري سگهجي جيستوڻيڪ عوامي حڪومت نيڪ نيتيءَ سان قومن ۾ ڀائيچاري جي فضا قائم ڪرڻ لاءِ، منجهن هڪٻئي لاءِ پيار جا جذبا پيدا ڪرڻ لاءِ، هڪ ٻئي تي اعتماد جو اظهار ڪرائڻ لاءِ تمام گهڻو ڪم ڪري رهي آهي، پر نفرت جي اُهن

جذبن، بداعتمادي، ۽ ڏاريائپ جي انهيءَ احساس جنهنجا بنياد صديون پراڻا آهن، ايترو جلد متجي نٿا سگهن. يقيناً اهو هڪ ڏکيو ۽ تڪليف ده عمل آهي، پر اسانکي صبر ۽ استقامت سان انهيءَ مرحلي مان لنگهڻو پوندو.

٢- مزور طبقي جو تاريخي اعلان سموري انسان ذات جي ڀلائيءَ ۽ آزاديءَ لاءِ آهي. ڪارل مارڪس جو چوڻ آهي ته اهي قومون يا اهو عوام جيڪو پاڻ جهڙي ٻي عوام يا ٻي قوم تي ظلم ڪري ٿو، سندن حق غصب ڪري ٿو، سو حقيقت ۾ پاڻ آزاد ڪونه آهي. جڏهن "هان" قوم جا محنت ڪش مزور ۽ هاري، قومي اقليتي عوام جي مدد ڪن ٿا ته جواب ۾ وري قومي اقليتن جا محنت ڪش "هان" عوام جي مدد ڪن ٿا. انهيءَ کي امداد باهمي چئبو آهي. قومي ٻڌي ايڪي ۽ وطن جي دفاع ۽ سالميت جو تحفظ ڪري چين ۾ وسندڙ هر قوم سوشلزم ۽ مادر وطن جي تعمير ۽ ترقيءَ لاءِ پنهنجو ڪردار ادا ڪيو آهي ته هاڻ موٽ ۾ قومي حڪومت جو اهو فرض آهي ته هوءَ هر قوم کي وڌڻ، ويجهڻ ۽ ترقيءَ ڪرڻ جا موقعا فراهم ڪري، انهيءَ قسم جي امداد باهمي، هر قوم ۽ مادر وطن جي مفاد وٽان آهي ۽ انهيءَ مان صرف ملڪ ۽ مختلف قومن کي ئي فائدو رسندو.

٣- قومي سوال، انقلاب کي درپيش ڪوڙهن مسئلن

جي مقابلي ۾ هڪ عام مسئلو آهي ۽ مارڪس ازم ۽ ليفن ازم مطابق انهيءَ مسئلي کي طبقاتي جدوجهد ذريعي حل ڪرڻ گهرجي- طبقاتي جدوجهد جو بنيادي عنصر هاري ۽ مزور آهن. يعني اسان کي هر قوميت جي مزدور طبقي ۽ هاري طبقي جي تعلق واري مسئلي ۽ هاري مزور اتحاد واري مسئلي کي پهرين حل ڪرڻ گهرجي- انهيءَ جو سبب اهو آهي جو "هاري سوال" قومي سوال جو بنياد ۽ مرڪزي نڪتو آهي، استالن مطابق قومي سوال دراصل هاري سوال آهي. اهو انهيءَ ڪري جو جيڪي به قومون ڏاڍ ۽ ظلم جو شڪار هيون ۽ معاشي ۽ اقتصادي طور تي پوئتي پيل هيون تن جي آباديءَ جي واضح اڪثريت هارين تي مشتمل هئي ۽ قومي تحريڪ ۾ اهو حصو به هارين ورتو، اهڙيءَ ريت اسين چئي سگهون ٿا ته قومي سوال حل ڪرڻ جو مطلب آهي هاري سوال حل ڪرڻ. يعني پوئتي پيل قوم کي سندن حق ڏنا وڃن ته جهڙوڪر هارين کي سندن غضب ٿيل حق ملياه هتي اهو پڻ واضح ڪري ڇڏجي ته جيسيْنءَ قومي آزاديءَ جي تحريڪ ۾ هاري نه شامل ٿيندا تيسيْنءَ اها تحريڪ ڪاميابيءَ سان همڪنار نه ٿي سگهندي-

آڪتوبر انقلاب کانپوءِ قومي سوال، سامراجي ڏاڍ ۽ ظلم جي چنبي مان محڪوم ۽ مظلوم قومن جي آزاديءَ واري سوال ۾ ضم ٿي ويو آهي. سرمايه داريءَ

واري نظام جي سامراجي مرحلي تائين ترقيءَ ڪري سرمائيدار نهايت اهم پوزيشن اختيار ڪري ويو آهي پر انهيءَ اهم پوزيشن جي ڪري انهيءَ طبقي قومي آزاديءَ وارين تحريڪن ۾ مجاهدن بدران ڦورو ظالم ۽ جابرن وارو رول اختيار ڪيو آهي. پهرين مهاڀاري لڙائيءَ ڪانپوءِ ته خاص طور تي قومي سوال ڏيکي ويو ۽ پهرين ۾ اولين حيثيت نوآبادياتي نظام خلاف جدوجهد کي ڏني ويئي آهي. مطلب ته پهرين سامراج کي لوڏي ٻاهر ڪڍجي، وطن کي آزاد ڪرائجي، ۽ پوءِ قومي مسئلي کي حل ڪجي.

چين جون قومي اقليتون، سماجي ۽ معاشرتي ترقيءَ ۾ "هان" قوم کان تمام گهٽو پوئتي رهجي ويون هيون. انهن مان ڪن ٻورين قومن ۾ اڃان پڻ غلاميءَ وارو استحصالي نظام موجود آهي- جيتري قدر آباديءَ جو تعلق آهي قومي اقليتن ۾ هاري اهم پيدا واري طبقو آهي. انهيءَ ڪري سمجهي چڏڻ گهرجي ته قومي مسئلي جي حل ۾ ڪا به سستي يا ڪوتاهي يا ذري ماتر ناڪاميءَ جو اثر هاري مزور اتحاد تي پوندو. پر انهيءَ هوندي به هاري سوال ۽ قومي سوال ۾ فرق آهي ۽ ٻنهي کي گڏي نٿو سگهجي. صرف هاري مسئلي کي حل ڪري وٺڻ کي ڪافي نه سمجهڻ گهرجي جيتوڻيڪ قوميتن وچ ۾ موجود اختلاف دراصل طبقاتي اختلاف

آهن پر قومي سوال تي اختلاف ۽ طبقاتي اختلافن جو بنيادي سبب ساڳيو نه سمجهڻ گهرجي.

هن وقت ڪان اڳي، قومتين جي سلسلي ۾ اسان جيڪو ڪم ڪيو آهي، انهيءَ ۾ ڪم ڪندڙن انهيءَ ڳالهه تي ڌيان ئي ڪونه ڏنو ته خود اقليتي قومتين ۾ به ڪي داخلي تضاد يا ٽڪراءُ هوندا، انهن ماڻهن صرف طبقاتي ٽڪراءُ وارن ڪن علائقن ڪي ڌيان ڏيڻ قابل سمجهيو، جڏهن اسان جي تحقيق ۽ سمجهه موجب گهٽي قدر هر قوميت اندر اندروني مسئلا، ۽ خاص ڪري طبقاتي وڇوٽيون موجود آهن ۽ اهو طبقاتي فرق ڪن ڪن هنڌن تي ته ڪافي واضح ۽ چٽو آهي ۽ انهيءَ فرق ڪي پيدا ڪندڙ ماضيءَ جا رجعت پسند حاڪم آهن ۽ سندن پيالي پاڻي رجعت پسند اڃان پڻ انهن قومتين ۾ موجود آهن ۽ جڏهن به طبقاتي وڇوٽين ۽ تفاوت خلاف ڪا جدوجهد ڪجي ٿي، يا ڪو قدم کڻجي ٿو ته اهي ماڻهو پنهنجن هم قومن ڪي قوميت جي نالي ۾ استعمال ڪن ٿا ۽ ڪوشش ڪن ٿا ته طبقاتي جدوجهد ڪي ڪامياب نه ٿيڻ ڏجي. انهيءَ لاءِ هو پنهنجي عوام ۾ قوم پرستيءَ جا جذبا بيدار ڪري، انهن جو ڌيان طبقاتي جدوجهد کان ڦيرائي ٻي قوميت سان ٽڪراءُ واري صورتحال پيدا ڪن ٿا جيئن سندن قوميت جو عوام، ٻي قوميت سان حالت جنگ ۾ رهي ۽ هو پنهنجا مفاد حاصل ڪندا رهن. مثال طور، انهن علائقن

۾ جتي چند قومي اقليتون ۽ وڏي قوميت يعني ”هان“ عوام گڏ رهن ٿا انهن علائقن ۾ جڏهن زرعي سڌارن تي عمل ڪرائڻ لاءِ جدوجهد ڪئي ويئي ته ”هان“ زميندارن خلاف، اقليتن جا هاري تمام سخت قدم کڻڻ کان ٻه نه ڪيٻائيندا هئا، پر ساڳئي وقت جي ڪنهن اقليت جي وڏي زميندار يا جاگيردار خلاف اهو ساڳيو قدم ”هان“ هاري کڻندا هئا ته اقليت جو عوام مچرجي ٿي پيو، ڇو ته سندن نظر ۾، سندن قوم جا زميندار انهيءَ سلوڪ جا مستحق نه هئا ۽ هنن جو مطالبو هوندو هو ته ”هان“ زميندارن ۽ جاگيردارن کي ڀلي سڌو ڪيو وڃي. اهو صرف انهيءَ ڪري ٿيندو هو جو قوميتون هڪٻئي کان ڪيترو وقت ڪٽيل، جدا ڌار رهيون ۽ انهيءَ عرصي ۾ رجعت پرست حڪمران ٽولن ۽ سندن مددگار زميندارن ۽ جاگيردارن اهڙي صورتحال پيدا ڪري ڇڏي ۽ اهڙو پروپيگنڊا ڪيو جو قوميتون هڪٻئي جون دشمن ٿي پيون، هان قوم جاڪاڻ ته اڪثريت ۾ آهي، ۽ حاڪم ٽولا انهيءَ قوم کي ٻين قومن جي نسبت تمام گهڻو سات ڏيندا هئا، نتيجو اهو جو هان قوم ترقي ڪندي ويئي ۽ اقليتي قومون پوئتي رهجي ويون، ۽ سندن دلين ۾ انهيءَ نا انصافيءَ جو ڪارڻ سڄي هان قوم تي پيئي. سندن ذهنن مان اها ڳالهه نڪري ويئي ته خود سندن قوم ۾ جيڪي زميندار ۽ جاگيردار موجود آهن سي ٻڻ

انهيءَ استحصالي نظام جو حصو آهن ۽ انهيءَ نظام کي مظبوط ڪندڙ آهن، هتي ڏيندڙ آهن. پر هتي اها ڳالهه به نه وسارڻ کپي ته هڪ ته انهيءَ صورتحال جو سبب عوام جي سياسي شعور جي نا پختگي هئي ۽ ٻيو ته، ڪٿي ڪٿي هان قوم به قوم پرستي وارو ڏيک ڏنو ۽ زرعي سڌارن تحت ڪيل زمين جي ورڇ ۾ اقليتي طبقي سان نا انصافي به ڪئي ويئي. ظاهر آهي ته جي اسين اهي قومي نفرتون ۽ عدم اعتماد واري فضا کي دور ڪرڻ چاهيون ۽ طبقاتي فرق ختم ڪرڻ چاهيون ته اسانکي انصاف کان ڪم وٺڻو پوندو. هر قوميت سان بنا ڪنهن امتياز جي انصاف ۽ صرف اهائي هڪ صورت آهي جنهن تي عمل ڪري اسين نا اتفاقي ۽ نفرت جي انهيءَ ديوار کي ڪيرائي ٿا سگهون. باقي جي نا انصافي تي ته، اقليتون، جيڪي هاڻي سياسي طور تي سجاڳ آهن ۽ ڪين پنهنجن حقن جو تمام گهڻو اونو ۽ احساس آهي، سي ضرور آواز بلند ڪنديون. ۽ هڪ ڀيرو نا انصافي ڪئي ويئي ۽ اتي جي عوام احتجاج ڪيو ته ٻيون قومون به عدم اعتماد واري احساس جو شڪار ٿي وينديون ۽ جتي انصاف ڪيو به ويو، ته به اتي جو عوام شڪ ۾ ڦاٿل رهندو، ۽ مطمئن نه ٿيندو. اِئين ٿيڻ سان اسان جي سچي محنت ضايع ٿي ويندي ۽ انقلابي جدوجهد جي مقصدن کي ڪاپاري ڌڪ لڳندو.

چيني ڪميونسٽ پارٽي، ملڪ کي سامراجين جي

چنبي مان آزاد ڪرائڻ گهري ٿي، ملڪ دشمن ۽ عوام دشمن ٽولن کي ملڪ مان لوڙي ڪڍڻ چاهي ٿي، مادر وطن جي ترقيءَ ۽ ايڪي لاءِ هر ضروري قدم کڻڻ چاهي ٿي ۽ گڏوگڏ سمورين قومين جو ايڪو ۽ ٻڌي پڻ چاهي ٿي. ڌار ڌار هر قوم کي سندن حق ڏيڻ سان گڏوگڏ چيني ۾ آباد سمورين قومن جي حقن جو تحفظ ۽ انهيءَ ڪان به اڳتي هلي، مادر وطن جي ايڪي جو تحفظ ڪرڻ چاهي ٿي. انهيءَ جا ڪي سبب آهن مادر وطن جي حيثيت انساني جسم واري آهي. جنهن جا مختلف عضوا آهن ڪي ننڍا، ڪي وڏا، ڪي اهم ۽ ڪي غير اهم يا گهٽ اهميت وارا. پر هر عضوو پنهنجي پنهنجي جاءِ تي جسم لاءِ انتهائي ضروري آهي. ڪنهن هڪ عضوي کي ڪو مرض لاحق ٿيو ته سڄو جسم لاچار ۽ محتاج ٿيو پوي. بالڪل اهڙي ريت مختلف قومن جو ايڪو ۽ ٻڌي، پوءِ ڪٿي ڪا قوم ڪيتري به مختصر ۽ گهٽ آباديءَ واري ڇو نه هجي، ملڪ جي سلامتيءَ ۽ ترقيءَ لاءِ نهايت ضروري آهي. ڪنهن هڪ ننڍي ۾ ننڍي قوم کي به جي اسين مطمئن نه ڪري سگهياسين ته اهو نه سوچڻ گهرجي ته اهي چند آڱرين تي ڳڻڻ جيترا عوام ڇا ڪري سگهندا. ننڍو زڪام ٿو لڳي ته سڄو انساني وجود بيزار ٿيو پوي، اهڙيءَ ريت اهي چند غير مطمئن ماڻهو بالاخر سموري قوم لاءِ عذاب ثابت ٿي سگهن

ٿا. اندروني طور تي جي ملڪ ٽڪرا ٽيل آهي، ذهني هم آهنگي نہ آهي، قومن کي هڪ ٻئي تي اعتماد نہ آهي، تہ ملڪ جي مضبوطي ۽ سلامتيءَ جي ڪابہ ذميواري ڏيئي نٿي سگهجي. رجعت پرست حاڪم ٽولن جي ڏاڍ ۽ ظلم ۽ قومين کي هڪ ٻئي کان دور رکڻ وارين پاليسين سبب چين جي سموري تاريخ قومن وچہ ٿيندڙ جنگين جي احوال سان ڀريل آهي. اهي جنگيون، ۽ گوڙ گهمسان جيڪي ايتري ڊگهي عرصي کان جاري آهن، سي ڪو ڪن پل ۾ ختم نٿا ڪرائي سگهجن، پر اهو صرف تڏهن ممڪن آهي جڏهن اسين صبر سان، آهستي آهستي، پرعزم ۽ محنت سان، مٺ محبت سان پنهنجي سموري عوام کي ايڪي ۽ ٻڌيءَ جا فائدا ٻڌايون، کين سمجهايون تہ سندن وطن ڪهڙي ريت باقي رهي سگهي ٿو، وڌي ويجهي سگهي ٿو، ترقي ڪري سگهي ٿو، ۽ دنيا کي منهن ڏيئي، پنهنجي سالميت ۽ بقا جي جنگ کٽي سگهي ٿو. صرف ۽ صرف قومين جي ايڪي ۽ اتحاد وسيلي. ۽ انهيءَ لاءِ ڇا ضروري آهي؟ قومن ۾ هڪ تہ پنهنجائپ جو احساس پيدا ڪجي، سندن دلين کي نفرت جي جذبن کان صاف ڪجي، ۽ سندن حقن جو تحفظ ڪجي. کين صرف زباني نہ پر عملي طور تي سندن حق ڏنا وڃن ۽ انهن جو تحفظ ڪيو وڃي، ۽ کين برابريءَ جي بنياد تي ڏٺو وڃي. ڪنهن بہ بنياد تي، ڪنهن بہ قوم کي، ٻيءَ قوم تي ترجيح نہ ڏني وڃي، سڀني

سان هڪجهڙو سلوڪ ڪيو وڃي ۽ انهيءَ ڪي ڪجهو رکڻ يا وڌي يعني هان قوم کان ڏجڻ نہ گهرجي. جو تہ جي سيني کي حق ملندا تہ "هان" قوم کي بہ سندن جائز حق ملندا نہ کي سندن حق غصب ڪيا ويندا. پوءِ انهيءَ ڳالهہ جو ڪهڙو انديشو تہ هان قوم اها صورتحال تسليم نہ ڪندي. هان قوم جا حق ڪير بہ غصب نٿو ڪري سگهي ڇو تہ هو اڳ ئي ڪافي ترقي ڪيل قوم آهي، سياسي، معاشي ۽ اقتصاديءَ لحاظ کان مضبوط آهي ۽ سجاڳ آهي. بس صرف کين اهو سمجهائڻو پوندو تہ مادر وطن جي بقا ۽ سالميت لاءِ اهو ضروري آهي تہ ننڍين قومن کي بہ سندن حق ڏنا وڃن جيئن هو خوش ۽ مطمئن ٿي وڃن ۽ ملڪ جي ترقيءَ لاءِ هان قوم سان ڪلهو ڪلهي ۾ ملائي جدوجهد ڪن. انهيءَ هوندي بہ اسان جڏهن قومي اقليتن جي ايڪي ۽ اتحاد متعلق سوچيندا آهيون تہ اسان کي انهن ننڍين ننڍين قومن جي تاريخ، سندن تهذيب ۽ ثقافت جي ترقيءَ جي موجوده منزل ۽ سندن ترقيءَ لاءِ هاڃيڪار ثابت ٿيل ڳالهين، منجهن موجود طبقاتي صورتحال، سندن عوام جي معاشي ۽ اقتصادي حالت، منجهن پيدا ٿيل سياسي سجاڳيءَ ۽ مادر وطن متعلق سندن جذبا ۽ خلوص، مطلب تہ هر ڪيفيت کي ذهن ۾ رکڻو پوندو ۽ انهن کي هڪ پليٽ فارم تي گڏ ڪرڻ لاءِ انهن سيني مسئلن ۽ ڪوتاهين جو

حل پيش ڪرڻو پوندو ۽ ڪنهن به صورت ۾ سنڌن
تهذيبي ۽ ثقافتي ورثي سان هٿ چراند نه ڪبي، پاڻ
انهيءَ کي تحفظ فراهم ڪيو ويندو. ۽ جي اسين ائين
ڪرڻ ۾ ناڪام رهياسين ته ايڪي بدران، منجهن دوري
۽ ويڇا پيدا ڪرڻ لاءِ سامراجي ڪتا ۽ رجعت پسندن
جا دلال ميدان ۾ نڪري ايندا. ڪنهن به قومي اقليت
جي معاملي ۾ اسان کان ڪا معمولي ڪوتاهي به ٿي
ته اهي سامراجي ايجنٽ انهيءَ کي، قوميت جي دلين
۾ اسان لاءِ نفرت ۽ تعصب پيدا ڪرڻ لاءِ استعمال
ڪندا، ۽ اسين ڄاڻون ٿا ته ڪنهن قوم جي تهذيب،
ثقافت، تاريخ ۽ ٻولي ڪيتري نه اهم ٿئي ٿي ۽ اهي
ڪهڙا نه جذباتي معاملا آهن. اصل پيٽرول وارو معاملو
آهي. ٻري کان شعلو ڏيکاريو ۽ باهه جا مچ ٿي ويندا.
بالڪل اهڙيءَ ريت جي اسان قومن جي انهن نازڪ
مسئلن جو احساس نه رکيو ۽ انهن سان سنجيدگيءَ
وارو ورتاءُ نه ڪيو ته اسان جون سموريون ڪوششون
مٽيءَ ۾ ملي وينديون. انهيءَ ڏس ۾ وري اسانکي
خاص طور تي انهن قوميتن جو گهڻو خيال رکڻو پوندو
جيڪي سرحدن سان اڳو لڳ آباد آهن ڇو ته، انهن
قومن کي ورغلائڻ لاءِ سامراجي دلال، سرحد پار کان
هڪدم پهچي ويندا. ۽ اسان جون اهي سياسي غلطيون
هڪ ته اسان جي مقصد جي حصول کي ناڪام بڻائينديون
۽ ٻيو ته مادر وطن ۾ اندروني استحڪام ۽ امن قائم

نہ رهي سگهندو ۽ ملڪ اندروني طور وڳوڙن جو شڪار رهيو تہ سرحدن جو دفاع ڪرڻ ناممڪن ٿي پوندو.

اڄوڪي دنيا ۾ آمريڪي، سامراجين ۽ رجعت پسندن جي اڳوائي ڪري رهيا آهن. هو ڪنهن بہ ملڪ ۾ ايڪي ۽ اتحاد جي قيام جا مخالف، امن ۽ استحڪام جا دشمن ۽ عوامي جمهوري حڪومت جا مخالف آهن. جي اسان پنهنجي سرحدن اندر رهندڙ قومي اقليتن کي مطمئن نہ ڪري سگهياسون ۽ کين هڪ قومي پليٽ فارم تي ڪٺو نہ ڪري سگهياسين تہ انهيءَ جو مطلب اهو ٿيندو تہ اسين هٿ وٺي پنهنجي اقليتن کي عظيم تر چيني جمهوري خاندان مان ٻاهر ڌڪي رهيا آهيون، ۽ کين سامراجين جي ظالم چنبي ۾ ڦاسائي رهيا آهيون. انهيءَ طرز عمل جي ڪري اها قوميت سامراجين جي غلام ٿي ويندي ۽ اها صورتحال نہ تہ ”هان“ قوم جي مفاد وٽان آهي ۽ نہ وري انهيءَ اقليت لاءِ فائدي مند آهي. ”هان“ وڏي اڪثريتي قوم آهي، پر جي انهن ائين سوچيو تہ ننڍيون قومون ڪٿي ڌار ٿي وڃن، اسين چين جو دفاع ڪنداسين، چين کي ترقي وٺرائينداسين تہ سندن اها سوچ فضول ۽ بيڪار آهي. جن کي حق نہ ملندا، جن جا حق غصب ٿيندا ۽ جيڪي مطمئن نہ رهيا سي پنهنجي حقن جي حصول لاءِ جدوجهد ڪندا ۽ سامراجي دلال سندن ذهنن ۾

مادر وطن خلاف زهر پريندا رهندا تان جو اها قوميت
نيث وطن کان ڏار ٿيڻ متعلق سوچيندي ۽ اهڙي
صورتحال نہ ملڪ لاءِ، نہ هان قوم لاءِ ۽ نہ وري
قومي اقليتن لاءِ فائدي مند آهي. انهيءَ ڪري اسان
کي هر وقت هوشيار رهڻو پوندو ۽ دشمن کي ڪوبہ
موقعو نہ مهيا ڪرڻ گهرجي. صرف قومي برابريءَ
واري اصول تي عمل ڪري، باهمي اعتماد ۽ ايڪي
واري فضا قائم ڪري سگهجي ٿي. روس جو مثال
اسانجي سامهون آهي. چاليهہ سال ٿي ويا آهن، سندن
ڪامياب انقلاب کي، ملڪ ۾ اعتماد ۽ ايڪي ۽
ڀائيچاري واري فضا قائم آهي، پر تڏهن بہ روس جا
اڳواڻ، روسي قوميتن جي ٻڌيءَ کي مضبوط ڪرڻ لاءِ
اپاءَ وٺندا رهن ٿا ۽ لاڳيتو انهيءَ ڏس ۾ ڪوشش
ڪندا رهن ٿا. جڏهن تہ اسان جي ملڪ ۾ هن وقت
بہ اهڙا ماڻهو موجود آهن جيڪي چون ٿا تہ آزاد
چين ۾ اقليتن جو ڪو مسئلو موجود ئي ڪونہ آهي يا
وري اهو تہ انهيءَ مسئلي کي عارضي طور تي حل
ڪري ورتو آهي. اهو مسئلو جي اُئين جلد نبيري ٿيڻ
جهڙو هجي ها، ۽ اهو نبيرو مستقل حيثيت وارو هجي
ها تہ جيڪر روسي اڳواڻ پاڻ نہ پتوڙين ها. ۽ روسين
جي انهيءَ حڪمت عمليءَ مان اسان کي اهو بہ سبق
ملي ٿو تہ انهيءَ ڏس ۾ مستقل جاکوڙ ڪرڻي پوندي
۽ ڪنهن بہ وقت مطمئن ٿي ويهڻ نہ گهرجي.

چيني ڪميونسٽ پارٽي، انقلاب کان پوءِ واري عبوري دور ۾ قوميتن واري مسئلي تي، لينن واري "حق خود اراديت" واري نظريي بدران ملڪي اتحاد ۽ قوميتن جي ايڪي تي زور ڏيندي رهي آهي. سبب انهيءَ جو اهو آهي جو پارٽي پنهنجي جنم ڏينهن کان وٺي، قومي مسئلي تي مارڪسي ليننی نظريي کي پنهنجو اصول بڻايو آهي يعني، قومن جو خود اراديت وارو حق ۽ ملڪي وفاق جي مضبوطي. پر چين جي ٽين انقلابي جنگ کان پوءِ انهن اصولن تي زور نه ڏنو ويو. انهيءَ جو ڪارڻ اهو آهي جو آفيم واري جنگ کان سون سال پوءِ تائين واري عرصي ۾ گذريل ٽيهه سالن دوران عوام جي پنهنجي آزاديءَ لاءِ ڪيل انقلابي جدوجهد دوران، اسان جي وطن جي اقليتن ۽ اڪثريت ۾ تعلق مضبوط ٿيو آهي ۽ منجهن اعتماد واري فضا قائم ٿي چڪي آهي. ڪميونسٽ پارٽيءَ جي منشور ۽ هدايتن تي عمل ڪندي، اسان جي عوام، يعني هر قوميت جي عوام، خود کي مادر وطن جي آزاديءَ ۽ ترقيءَ لاءِ وقف ڪري ڇڏيو آهي. جيئن ته سڄي چيني قوم ۽ ملڪ سامراجي ڪتن جي ظالم چنبي ۾ جڪڙيل هو ۽ عوام پنهنجي آزاديءَ لاءِ جيڪو انقلاب آندو، تنهن لاءِ کين گڏجي ڪم ڪرڻو پيو ۽ انهيءَ سموري عرصي دوران مخلص قيادت جي هدايتن تي سموري عوام، پنهنجا ويڇا وساري، هڪ قوم جي حيثيت ۾

جدوجهد ڪئي تنهن ڪري هڪبئي تي اعتماد، ڀروسو ۽ يقين قائم ٿي چڪو هو ۽ سڀني کي پڪ هئي ته سندن حقن جو تحفظ ڪيو ويندو. انهيءَ صورتحال جي ڪري هڪ گهڻ قومي، متحد حڪومت جو قيام امان جي عوام جي خواهش ثابت ٿي ۽ عوامي مطالبي ۽ خواهش جي پيش نظر چيني ڪميونسٽ پارٽيءَ قومي خوداراديت واري حق ۽ وفاقيت وارا نعرا بلند ڪرڻ بند ڪيا ۽ مادر وطن جي هڪ عظيم خاندان جي ايڪي ۽ ٻڌيءَ سان گڏوگڏ قوميتن جي برابري ۽ قومي علائقائي خود مختياريءَ وارن اصولن جي حمايت ڪئي ۽ انهن اصولن کي لاڳو ڪرڻ جي تجويز ڏني. هاڻي انهيءَ صورتحال ۾ ملڪ جي ورهاست يا ڪنهن قوم جي ڌار ٿيڻ جو ڪو سوال ئي ڪونه ٿو پيدا ٿئي.

چيني عوام هڪ پليٽ فارم تي گڏ ٿي، متحد ٿيءَ هڪ ڏکي جنگ ڪاٽيوه وطن جي آزادي حاصل ڪئي آهي ۽ ڪين چڱيءَ پر چاڙ آهي ته انهيءَ جنگ ۾ ڪين ڪيتريون قربانيون ڏيڻيون پيون آهن، ڪيترين جانين جو نذرانو پيش ڪرڻو پيو آهي ۽ ڪيتري رتي رت وهائڻ ڪاٽيوه ڪين اها نعمت پلئه پيئي آهي، ۽ سندن انهيءَ گڏيل جدوجهد جي نتيجي ۾ ملڪ سامراجين جي چنبي مان آزاد ٿيو، عوامي جمهوري راڄ قائم ٿيو ۽ هر قوميت کي برابريءَ جي بنياد تي حق مليا.

هاڻي ڪنهن به ڪند مان ڏار ٿيڻ وارو نعرو بلند ٿيو ته اڪثريت کي اهو نعرو نا قابل قبول هوندو.

قومي حق خود ارادبت کي صرف هڪ نظرياتي اصطلاح نه سمجهڻ گهرجي پر پنهنجي پنهنجي جاگرافيائي صورتحال ۽ تاريخي پس منظر ۾ انهيءَ اصطلاح کي سمجهڻ گهرجي. لينن جڏهن اهو نظريو پيش ڪيو ته سندس مقصد هو قومي انقلابي جدوجهد خلاف حاڪم ٽولن جي هلايل تحريڪ، جنهن رخ موڙي، بادشاهت خلاف جدوجهد جو روپ ڏنو وڃي ۽ انهيءَ اصطلاح کي، هڪ عظيم مقصد جي حصول لاءِ استعمال ڪجي. مارڪس، ۽ سندس پوئلڳن ڪڏهن به انهيءَ حق جي حصول لاءِ جدوجهد ڪرڻ جي حمايت نه ڪئي آهي. ها، جمهوريت ۽ سوشلزم جي منزل ماڻڻ لاءِ جدوجهد دوران بين نڪتن ۽ اصولن سان گڏوگڏ هڪ جز جي حيثيت ۾ انهيءَ نعري کي به استعمال ڪيو ويو آهي. خود ارادبت انهيءَ کي چئبو آهي جو قوم کي آزادي نصيب ٿئي ۽ هو پنهنجي قسمت جا پاڻ مالڪ ٿين، پنهنجي ملڪ تي پاڻ حڪومت ڪن، پر انهيءَ سان گڏوگڏ انهيءَ اصطلاح کي انهيءَ معنيٰ طور پڻ ورتو ويندو آهي ته قوم کي هر قسم جي آزادي ۽ خود مختياري حاصل هجي ۽ هوءَ ٻين قومن سان اتحاد ۾ رهندي پنهنجي انفرادي حيثيت برقرار رکي. قومن جي زندگيءَ ۾ ڪي مرحلا اهڙا ايندا آهن جڏهن خود ارادبت جي

مطالبي جو مقصد مڪمل آزادي هوندو آهي ۽ اهڙي
فيصلي جو اختيار هر قوم کي حاصل آهي جي هو ائين
سمجهن ته هاڻي مڪمل آزاديءَ کان سواءِ ٻيو ڪو
رستو نه رهيو آهي ته هو ائين پڻ ڪري سگهن ٿا، ۽
جي سمجهن ته ٻيو طريقو صحيح آهي ته پنهنجي حقن
جي حصول لاءِ ٻين قومن سان گڏجي جدوجهد ڪن
۽ پنهنجي انفرادي حيثيت برقرار رکن ۽ جدا ٿيڻ جو
فيصلو نه ڪن. ٻي انٽرنيشنل ڪانفرنس جي موقعي تي
جڏهن اوڀر يورپ جون قومون سامراجيت خلاف پنهنجي
جدوجهد جي شروعاتي مرحلي ۾ هيون، ڪانفرنس ۾
شريڪ ٿيندڙ ڪجهه موقعي پرستن علحدگيءَ جي مخالفت
ڪئي. انهيءَ موقعي تي لينن اهو واحد شخص هو جنهن
انهن مظلوم قومن کي علحدگيءَ جي راهه ڏيکاري ڇو
ته انهيءَ وقت، انهن قومن جي صورتحال کي سامهون
رکندي، ٻي ڪا به صورت نه هئي. جڏهن ته آڪٽوبر
انقلاب جي ڪاميابيءَ کانپوءِ ۱۹۲۰ ۾ جڏهن سامراجين
۽ روسي سياسي قوتن ۾ موت ۽ زندگيءَ واري جدوجهد
فيصلي ڪن مرحلي ۾ پهچي چڪي هئي، روسي اڳواڻ
"اسٽالن" چيو هو ته انقلاب جي موجوده مرحلي تي
سرحدي قومن طرفان علحدگيءَ جو ڪوبه مطالبو،
انقلاب دشمن قرار ڏنو ويندو. مطلب اهو ته علحدگي
يا وفاق سان اتحاد. انهي صورتن ۾ حق خود ارادیت
جو مطالبو ڪري سگهجي ٿو ۽ هر قوم پنهنجي سياسي

معاشي صورتحال کي سامهون رکي اهڙو کوبہ فيصلو ڪرڻ تي قادر آهي، ۽ ائين نہ سمجهڻ گهرجي تہ، حق خود ارادبت جو حق صرف علحدگيءَ ۾ ملي سگهي ٿو.

لينن پنهنجي هڪ مضمون ۾ بيان ڪري ٿو تہ ”سياسي لغت ۾ حق خود ارادبت جو سولو ۽ سادو مطلب آهي سياسي آزادي ۽ خود مختياري. اهڙان بہ ائين ڪٿي چئجي تہ ظلم ۽ ڏاڍ جو خاتمو. حقن جو تحفظ ۽ خود مختياريءَ جي حصول کی آزادي، يا وفاق کان ڌار ٿيڻ يا نئين قوتين جي الڳ مملڪت جو قيام نہ سمجهڻ گهرجي. حق خود ارادبت جو مطالبو يا خودمختياريءَ جو مطالبو هرقسم جي قومي ظلم ۽ ڏاڍ خلاف نفرت جو واضح اظهار آهي. لينن اهو پڻ چيو تہ اسين جو حق خود ارادبت جو مطالبو ڪري رهيا آهيون تہ انهيءَ مان اسان جو اهو مقصد هرگز نہ آهي تہ قوميتون ڌار ٿي وڃن ۽ پنهنجي پنهنجي حڪومت وڃي قائم ڪن، پر اسين اهو ٿا چاهيون تہ قوميتن ۾ ايڪو قائم ٿئي ۽ هر قوميت کي سندن حق ملي ۽ هو وفاق سان گڏ رهندي خوش رهن ۽ قومي ترقيءَ لاءِ مدد ڪن. ٿلهي ليکي ڪٿي ائين چئجي تہ خود ارادبت جي حق جي جنهن ڀرپور نموني مارڪسي ۽ لينني حمايت ڪن ٿا، تنهن جو مطلب اهو آهي تہ پوري دنيا جي مظلوم ۽ ڏاڍ جي شڪار ٿيل قومن کي هڪ

پليٽ فارم تي گڏ ڪري، منجهن اتحاد ۽ ايڪو ۽ اعتماد پيدا ڪري، ڪين سندن حقن جي حصول ۽ تحفظ جي پڪ ڪرائي، سامراجين ۽ سندن چاڙتن خلاف تحريڪ منظم ڪجي، جدوجهد ڪجي ۽ سچو انقلاب برپا ڪجي - ۽ ڪنهن به لحاظ کان انهيءَ جو مقصد اهو نه آهي ته قومن کي علحدگيءَ جي ترغيب ڏجي. ليننني ۽ مارڪسي، اهو سمجهن ٿا ته ننڍڙين ننڍڙين آزاد رياستن جو قيام نه ته وفاق جي فائدي جو سبب بڻبو، نه ڪي وري انهن قوميتن جي مفاد وٽان آهي. انهن نظرياتي اڳوائن، قوميت جي جاگرافيائي ۽ تاريخي حيثيت جو اڀياس ڪري، سندن اقتصادي ۽ معاشي صورتحال جو ڪهوڙهو اڀياس ڪري پوءِ ڪو فيصلو ٿي ڪيو ته ڪنهن مخصوص قوميت لاءِ علحدگي ضروري هئي يا صرف خود مختياري، وفاقي حدن اندر رهندي.

اسانکي اها ڳالهه تسليم ڪرڻ گهرجي ته اسان جي مادر وطن ۾ موجود قوميتن کي جيڪي مسئلا در پيش آهن ۽ اسانجي جيڪا تاريخي ۽ جاگرافيائي صورتحال آهي اها اوپر يورپ جي مختلف ملڪن ۽ روس ۾ وسندڙ قوميتن کان مختلف آهي- روس ۾ زار شاهي دور رڳو روسي قوميتن لاءِ عذاب جو سبب ۽ قيدخانو نه هو پر چاڪاڻ ته انهيءَ دور ۾ روس خود هڪ سامراجي ملڪ جي حيثيت اختيار ڪري ويو هو انهيءَ ڪري مختلف قوميتن ۾ بغض ۽ دشمني ايتري قدر وڌيل هئي جو انهن

کي گذ رهڻ تي مجبور ڪرڻ ملڪ جي مفادن وٽان نہ ثابت ٿئي ها ۽ پڻ اهڙي صورتحال ۾ ڪنهن قوميت کي ڌار ٿيڻ کان روڪڻ سان ڪميونسٽ پارٽيءَ تان عوام جو اعتماد کڄي وڃي ها ۽ هرڪو ائين چوي ها تہ ڪميونسٽ پارٽيءَ جي قول ۽ عمل ۾ فرق آهي، انهيءَ ڪري انقلاب کان پوءِ جڏهن ڪجھہ قومن جهڙوڪر فنلينڊ وارن روسي وفاق کان علحدگي اختيار ڪرڻ جو فيصلو ڪيو تہ کين روڪيو نہ ويو ۽ فنلينڊ تہ روسي پاليسيءَ جي بالڪل ابتڙ عمل ڪندي سرمايہ دارانہ نظام قائم ڪيو. جن قومتين ڌار ٿيڻ چاهيو تن کي ائين ڪرڻ جي اجازت ڏني ويئي ۽ انهيءَ عمل سان باقي رهيل قومن جو ڪميونسٽ پارٽيءَ ۾ اڻ ڇڇندڙ اعتماد قائم ٿي ويو ۽ منجهن مضبوط ايڪو قائم ٿي سگهيو. انهيءَ مان ظاهر ٿيو تہ روس صحيح معنائن ۾ حق خود ارادیت جي حمايت ڪئي ۽ حق خود ارادیت جا ٻئي مطلب پنهنجي عملي سان واضح ڪيا، يعني فنلينڊ جي تاريخي ۽ سياسي صورتحال جي اياس کان پوءِ جڏهن اهو واضح ٿيو تہ انهن لاءِ علحدگي بهتر آهي، تہ انهن کي پنهنجي ڌار حڪومت قائم ڪرڻ جي اجازت ڏني ويئي ۽ ٻيون جيڪي قومون رهيون تن ۾ وري وڌيڪ مضبوط ايڪي ۽ ٻڌيءَ تي زور ڏنو ويو.

آزادي حاصل ڪرڻ کان اڳ چين هڪ ڏکهي

عرصي تائين سامراجين جي چنبي ۾ قابو رهيو آهي ۽ سامراجي ۽ رجعت پسندن جو جيڪو حڪومت ڪرڻ جو طريقو هوندو آهي يعني ملڪ جي مڙني قوميتن ۽ عوام کي پاڻ ۾ وڙهائي حڪومت ڪرڻ، تنهن ڪري عوام جي مختلف طبقن ۽ قوميتن ۾ دشمني، ڏاريائپ ۽ نفرت وارا جذبا رهيا آهن ۽ قومون غير برابريءَ واري سلوڪ جون شڪار رهيون هيون، پر جڏهن جنگ آزادي شروع ٿي ته اهي ساڳيون قوتون پنهنجا ويڇا وساري، دلين مان نفرتون ۽ عدم اعتماد وارا جذبا ڪڍي ڇڏي ڪري هڪ پليٽ فارم تي گڏ ٿي، پنهنجي گڏيل دشمن يعني سامراجي دلالن ۽ ڇاڙتن خلاف تحريڪ هلائي هئي، تنهن ڪري اسان جي ملڪ جون قوميتون ڊگهي عرصي کان متحد رهيون آهن ۽ منجهن اهو سهورو عرصو رابطو ۽ لاڳاپو رهي چڪو آهي. هان قوم جيئن ته آباديءَ جي لحاظ کان چين جي وڏي اڪثريتي قوم آهي ۽ پنهنجن مخصوص علائقن کان سواءِ پين اقليتي قومن جي علائقن ۾ پڻ پکڙيل آهي. ۽ انهيءَ ڪري ٿي هان عوام ۽ بيون اقليتون هزار سالن تي پکڙيل عرصي دوران هڪ ٻئي سان واسطي ۾ رهيون آهن ۽ منجهن لاڳاپا قائم رهيا آهن. هان جيئن ته تمام گهڻي آباديءَ ۾ آهن، تنهن ڪري زورگار جي تلاش جي سلسلي ۾ "هان" مزور ۽ هاري طبقو، پنهنجن علائقن مان لڏي قومي اقليتن وارن علائقن ۾

وجي رهيا ۽ اهڙيءَ ريت مختلف قوميتن وچ ۾ لاڳاپا، تعلق ۽ واسطو قائم ٿيو. انهيءَ ڪانسواءِ، انهيءَ عمل جي ڪري ائين به ٿيو جو قومي اقليتن علحدگيءَ متعلق سوچيو به ڪونه. اهي قوميتون جيڪي مڪمل طور تي الڳ ۽ ڌار رهيون آهن ۽ جن جي علائقي ۾ هان عوام يا ڪنهن به ٻي قوم جو عمل دخل ۽ واسطو نه رهيو آهي تن به مادر وطن کان ڌار ٿيڻ متعلق نه سوچيو. اندروني منگوليا ۾ جتي منگول عوام جو مڪمل عمل دخل آهي، اتي به ڪن ڪن علائقن ۾ هان عوام اڪثريت ۾ هئا ۽ ڪن علائقن ۾ وري منگول آباديءَ جو ويهه سيڪڙو! ٻين اهڙن علائقن ۾ جيڪي ڪنهن به اقليت جو وطن ها مرڪز تسليم ٿين ٿا، اتي به مختلف اقليتون هڪٻئي ۾ رلي ملي ويون هيون. هوئي قوميت جو عوام وري گهڻو ڪري هان علائقن ۾ پکڙيل آهي. مانچو قوم ته سموري چين ۾ ايڪڙ ٻيڪڙ ٿي پکڙجي ويل آهي. صرف سنڪيانگ ۽ تبت واريون اقليتي قومون پنهنجن پنهنجن مخصوص علائقن تائين محدود رهيون. انهن حقيقتن جي باوجود ڪنهن به اقليت سياسي، سماجي، معاشي ۽ ثقافتي معاملن ۾ ڌار ٿيڻ لاءِ ڪابه ڪوشش نه ڪئي، سمورين اقليتن تاريخي حالتن ۽ معاشي تعلق جي ڪري هان قوم سان پنهنجي ٻڌيءَ کي قائم رکيو آهي. موجوده دور ۾ اسانجي وطن جي ڪن اقليتن آزاديءَ جون تحريڪون

هلا ون هيون، پر ڪين ناڪاميءَ جو منهن ڏسڻو پيو، خاص سبب انهيءَ جو اهو هو ته اجان اهي قومون آزاديءَ جي حصول لاءِ هڪ وک ڪڻنديون هيون ته سندن ئي وک سامراجين جي پڪيڙيل ڄار ۾ ڦاسي پوندي هئي ۽ هو هڪدم واپسيءَ جو رخ ڪندا هئا ڇاڪاڻ ته، ڪين ڇڳي، پر اها ڄاڻ هئي ته، سامراجين جي چنبي ۾ اچي وڃڻ کان پوءِ سندن ڪهڙو حشر ٿيندو. انهن واقعن ڪانپوءِ بين اقليتي قومن جي اڳواڻن اهڙو ڪو قدم کڻڻ جو ارادوئي ڪونه ڪيو. فرض ڪريو جي اهي قومون آزادي حاصل ڪرڻ ۾ ۽ سامراجين جي چنبي ۾ ڦاسڻ کان خود کي بچائي وڃن ۽ سندن آزاد ۽ خودمختيار حيثيت برقرار رهي وڃي پوءِ به ايترو نه لازماً ٿئي ها جو اهي قومون پنهنجي اڪثريتي برادر قوم يعني هان قوم جي ترقي پسند امداد ۽ چين جي انقلاب جي بين ڏاڍن کان محروم رهجي وڃن ها ۽ ڪين گهڻيون تڪليفون ۽ عذاب سهڻا پون ها - هان عوام جو ته، اڪثريت ۾ آهن ۽ هر دور ۾ حاڪم طبقو ٿي رهيو جي صورت ۾ ڪافي ترقي يافتا آهن، تن جو اهو فرض آهي ته پنهنجن بين ڀائرن جي هر ممڪن مدد ڪن جيڪي سامراجي دور ۾ پوئتي رهجي ويا هئا ۽ جن جي دلين ۾ هان عوام لاءِ نفرت جا جذبا پيدا ڪيا ويا آهن، گڏوگڏ اقليتن کي به گهرجي ته پنهنجي ذهنن مان اجايا وسوسا، خوف

جا جذبا ۽ نفرت ڪي ڪڏهن ڏٺو ڪن ۽ پنهنجو پاڻ تائين محدود نہ رهن. ڇاڪاڻ تہ اهو طريقہ ڪار تمام قومن جي ايڪي لاءِ هاڃيڪار ۽ خود سندن مفادن وٽان بہ نہ آهي. اهو صحيح آهي تہ ماضيءَ ۾ رجعت پسند هان حاڪمن چين جي ننڍين ننڍين اقليتن تي تمام گهڻا ظلم ڪيا ۽ سندن هر ممڪن طريقي سان استحصال ڪيو، پر اهو بہ نہ وسارڻ گهرجي تہ انهن ظالم حاڪمن خود هان عوام جي مزور ۽ هاري طبقي تي بہ اوترائي ظلم ڪيا. جيترا قومي اقليتن تي. تنهن ڪري اسان کي سمجهڻ گهرجي تہ قومي اقليتن جي عوام ۽ هان عوام جا مفاد ساڳيا آهن ۽ سيئي رجعت پسندن جي استحصال جو شڪار رهيا آهن.

چيني عوام کي سامراجين جي چار مان ڇڏائڻ جي ذميوار ۽ چيني عوام جي واحد رهنما پارٽي يعني ڪميونسٽ پارٽي جي تشڪيل بلاشڪ هان عوام مان ٿي، ڇاڪاڻ تہ هان، چين جي آباديءَ جو ڪل نوي سيڪڙو آهن، ۽ ملڪ جي هزارين سالن جي تاريخ ۾ هان عوام کي تمام گهڻي اهميت حاصل رهي آهي ۽ هو سماجي، معاشي، اقتصادي ۽ سياسي طور تي ٻين قوميتن کان تمام گهڻو اڳرا آهن، پر انهن سڀني ڳالهين جي باوجود، رجعت پسند حاڪم ٽولن جي پر ماريت جو بہ شڪار رهيا آهن، تنهن ڪري جڏهن ڪميونسٽ پارٽيءَ جنم ورتو تہ سڀ کان اڳ

۾ گهڻي تعداد ۾ هان عوام پارٽيءَ جي موقف جي
تائيد ڪئي ۽ پارٽي منشور جي حمايت ڪئي ۽ پارٽيءَ
۾ شامل ٿيا. اهڙيءَ ريت چيني انقلاب ۾ هان عوام جو
تمام گهڻو حصو آهي ۽ آباديءَ جي گهڻائي ۽ ڪميونسٽ
پارٽيءَ ۾ شامل هجڻ ڪري هان عوام، فوجي سياسي
۽ اقتصادي ميدانن ۾ قومي اقليتن جي هر دور ۾ رهنمائي
ڪئي آهي. انهيءَ سان گڏوگڏ اسان انهيءَ حقيقت
کان به انڪار ڪونه ٿا ڪري سگهون ته چيني انقلاب
۾ قومي اقليتن جي سمجهو ۽ چاڙو ماڻهن به پنهنجو
تن، من، ڌن، لٽائي ناقابل فراموش ڪردار ادا ڪيو
آهي. ڪيترن ئي موقعن تي هان ۽ قومي اقليتن جي
عوام ۽ سندن رهنمائن جو پگهر ۽ رت گڏ وهيا آهن.
نه صرف مانچو ۽ هوئي قومن جهڙڪي هان علائقن ۾
پکڙيل آهن، پر منگول، چوآنگ ۽ يين اقليتن به اهڙيءَ ئي
نموني ڀرپور ساٿ ڏنو آهي- ٻي انقلابي خانه جنگيءَ
دوران ڪوانگسيءَ جي چوآنگ عوام پاچوآن شهيد
۽ يين جي اڳوائيءَ ۾ هان عوام سان گڏجي تسو ۽
يو دريائن جي ڪپ تي بغاوت ڪري هڪ وڏو
انقلابي اڏو ۽ مزورن ۽ هارين جي "ستين ڪاڙهي فوج"
قائم ڪئي. انهن بهادر ماڻهن جي قائم ڪيل اها فوج
پوءِ "مرڪزي سرخ فوج" ۾ ضم ٿي ۽ ڇهه هزار
ميل ڊگهي لانگ مارچ ۾ حصو ورتائون. انهيءَ انقلابي
اڏي، ۽ انهن بهادر جوانن کي اڳتي هلي انقلاب دشمن

سفيد دهشت گردن جي سفاڪي ۽ بي رحميءَ جو مقابلو ڪرڻو پيو. هي اهو دور هو جڏهن انقلاب جي راهه ۾ سخت ترين رڪاوٽون پيدا ٿيون ۽ نيٺ انقلابي سرگرمين کي وقتي طور معطل ڪيو ويو. جنگ آزاديءَ دوران وري انقلابي رفيق هڪ پليٽ فارم تي گڏ ٿيا ۽ انهن نئين فوج ٺاهي جيڪا انهيءَ وقت تائين انتهائي ثابت قدميءَ سان قائم رهي جيسين تائين ڪومنگسيءَ کي پاهران اينڊر وڌي فوج ۽ انهن انقلابي جوانن گڏجي آزاد نه ڪرائي ورتو.

جاپان دشمن جنگ ۽ جنگ آزاديءَ دوران منگول عوام ”اولان فو“ ۽ ٻين ڪامريڊن جي اڳوائيءَ ۾ چيني انقلاب جي زبردست مدد ڪئي.

سنڪيانگ جي قومي اقليتن گڏجي هڪ انقلابي اڏو قائم ڪري پوري سنڪيانگ کي نهايت تيزيءَ سان ۽ پرامن طريقي سان آزاد ڪرائي انقلاب ۾ اهم ڪردار ادا ڪيو.

هينان جزيري جي لي ۽ مياڻو قومن هان عوام سان گڏجي ڪميونسٽ پارٽيءَ جي مسلح جدوجهد کي ويهه سالن تائين زنده رکيو. ۽ سرخ فوج سان شامل ٿي انقلابي فتح حاصل ڪئي.

جڏهن ڳاڙهي فوج قومي اقليتي علائقن مان لنگهي ٿي ته انهن نه رڳو پنهنجن فوجي پاڙن جي هر ممڪن مدد ڪئي پر پنهنجن جوانن کي فوج ۾ شامل ٿيڻ لاءِ

پڻ موڪليو ۽ اهڙيءَ ريت فوج جي افرادي قوت ۽ وڙهڻ جي صلاحيت ۾ تمام گهڻو اضافو ڪيو. انهيءَ کان سواءِ آزاديءَ کان اڳ انهن جوانن گوريلا جنگ ۾ حصو ورتو جنهن دشمن جي ڇيله پيچي ڇڏي ۽ رهيل ڪسر وري سرخ فوج پوري ڪئي.

برف سان ڍڪيل جابلو علائقن ۽ ميدانن مان لنگهڻ وقت سرخ فوج کي جيڪي تڪليفون ڏسڻيون پيون، انهن دوران جي تبتي ۽ ٻي قومون مدد ۽ همدرديءَ لاءِ اڳتي نه وڌن ها ته سرخ فوج انهيءَ مرحلي مان مشڪل سان ڪاميابي حاصل ڪري ها.

چين جي انقلاب ۾ هر قوم يادگار ۽ اڻ وسرندڙ ڪردار ادا ڪيو آهي. مادر وطن کي آزاد ڪرائڻ لاءِ هر قوم جو عوام چيني ڪميونسٽ پارٽيءَ سان پاڻهن پيلي ڏي بيٺو ۽ سيني، هان عوام سان ملي ڪري انقلاب کي حقيقت جو روپ ڏنو.

انهن مثالن مان ثابت ٿئي ٿو ته سمورين قومين کي مادر وطن جي آزادي عزيز هئي ۽ سامراجين کي پنهنجي مقدس ڌرتيءَ تان لوڏي ڪڍڻ لاءِ هنن پنهنجا اختلاف ۽ ويڇا وساري هڪ ٿي پنهنجو رت وهايو، پنهنجي جانين جون قربانيون ڏنيون ته هاڻ ٻ. اسان کي اميد رکڻ گهرجي ته انقلاب جي انهيءَ عمل کي جاري رکندي سموريون اقليتون ۽ اڪثريتي هان قوم پنهنجا برادرانه تعلقات قائم رکنديون ۽ هڪ ٿي مادر وطن جي ترقيءَ

لاءِ جنگ جاري رکنديون. انهيءَ ڪري ڏي اسان چيو ته قومي اقليتن کي گهرجي ته هو پنهنجي دلين مان اجايا وسوسا ۽ نفرت جا جذبا ڪيڍي ڦٽا ڪن ۽ هان عوام کي به گهرجي ته هو پنهنجن اقليتي ڀائرن جي هر ممڪن مدد ڪن ۽ ڪنهن به ميدان ۾ ڪين اڪيلو ۽ پوئتي نه ڇڏين جيئن هو پنهنجن حقن کان بي فڪر ٿي مادر وطن جي ترقيءَ لاءِ جدوجهد ۾ شامل رهن.

آخر اهو ڪهڙو جذبو هو جنهن تحت چين جي تمام اقليتي قومن انقلاب ۾ اڻ وسرندڙ ڪردار ادا ڪيو ۽ جنگ آزاديءَ ۾ رت وهايو؟ انهيءَ سوال جو صاف واضح ۽ چٽو جواب اهو آهي ته تمام اقليتن اهو چڱيءَ ريت سمجهي ورتو هو ته ڪميونسٽ پارٽيءَ جيڪي قومي آزاديءَ ۽ هر قوم جي جملي حقن بابت واعدا ڪيا آهن تن ۾ هوءَ مخلص آهي ۽ اهو به چين جي قومي اقليتي عوام چاڻي ورتو هو ته سندن نجات جو واحد ذريعو گڏيل جدوجهد آهي ۽ عوامي انقلاب جي ڪاميابي تمام اقليتن جي عوام جي ڪاميابي ثابت ٿيندي ۽ ڌار ڌار پنهنجي الڳ حيثيت ۾ ڪيل جدوجهد جو هڪ ته ڪو نتيجو نه نڪرندو ۽ جي ڪو نتيجو نڪتو به ته هو سامراجين جي هڪ گروهه جي چار مان نڪري ٻي گروهه جي چنبي ۾ ڦاسي پوندا.

ڪميونسٽ پارٽيءَ ۾ شامل سمجهدار، محب وطن ۽ چين جي هر اقليت جو درد پنهنجي سيني ۾ رکندڙ

اڳواڻن، تعصب پکيڙڻ واري پاليسي ۽ اقليتن کي هان عوام جي مقابلي لاءِ تيار ڪرڻ بدران سندن اڳيان حقيقتون بيان ڪيون. هان قوم جيتوڻيڪ بي مثال ترقي ڪئي هئي پر تڏهن به سندن اڪثريتي طبقو هاري ۽ مزور بدستور ذلتزيل ۽ مظلوم هئا. حاڪم طبقن ۽ زميندارن، جاگيردارن پنهنجي ئي قوم تي به ظلم ڪيا هئا. ڪميونسٽ پارٽيءَ ۾ شامل هان اڳواڻن کلي دل سان ننڍين قومن تي ٿيل ظلم ۽ ڏاڍ کي تسليم ڪيو ۽ پنهنجي قوم جي حاڪمن- جن سموري ملڪ جي قسمت جو مالڪ بڻجي، اقليتن تي ظلم ڪيا هئا، تي تنقيد ڪئي، کين ذوهاري قرار ڏنو ۽ عهد ڪيو ته سامراجي ڪتن کي ملڪ مان لوڏي ڪڍڻ سان گڏوگڏ هو پنهنجي هم قوم سامراجي ايجنٽن کي به معاف نه ڪندا، ۽ ننڍين اقليتن کي يقين ڏياريو ويو ته کين آزاد چين ۾ برابريءَ جي بنياد تي حق ڏنا ويندا، ڪنهن قوم کي ٻيءَ قوم تي فوقيت يا ترجيح نه ڏني ويندي. اقليتي قومي اڳواڻن سمجهيو ته هان قوم جي مدد کانسواءِ هو ترقيءَ جي شاهراهه تي سفر جاري نه رکي سگهندا، جي هو هان کان الڳ رهيا ته پنهنجي سر، پنهنجي علائقي ۾ صنعتون قائم ڪرڻ، رستا ٺاهڻ، ريلوي لائين جو ڄار وڇائڻ ۽ ٻيا ڪيترائي اهم ترقياتي ڪم، سندن وس جي ڳالهه نه هئا. جنگ آزاديءَ دوران هان عوام اهو ثابت ڪري ڏيکاريو ته هو پنهنجن اقليتي

پاڙن جي ڏک سک ۾ برابر ڀائيوار آهن، هنن خود کي ٻين تي مڙهڻ جي ڪوشش نہ ڪئي جيتوڻيڪ آباديءَ جي لحاظ کان هو تمام گهڻا آهن. سندن انهيءَ طرز عمل، اقليتن جي دلين ۾ اعتماد پيدا ڪيو ۽ آزاديءَ کانپوءِ بہ، تمام قومن گڏجي رهڻ قبول ڪيو. مطلب اهو ٿيو تہ جي وڏي ۽ اڪثريتي قوم پنهنجن اقليتي پاڙن جي حقن ۽ جذبن جو خيال ۽ قدر ڪري ساڻن پيار ۽ محبت وارو سلوڪ ڪري، سندن حقن جي حفاظت ڪري، صنعتي، اقتصادي ميدانن ۾ سندن مدد ڪري تہ ڪابہ قوم علحدگي يا حق خود ارادیت جو مطالبو نہ ڪندي، ۽ اسانجي اڪثريتي عوام اهوئي ڪري ڏيکاريو، نتيجو اهو نڪتو جو هڪ تمام وڏو خاندان، قائم ٿي ويو، جيڪو هر ميدان ۾ هڪ ٻئي جو حال پائي هو. هڪڙي جي تڪليف، ٻين لاءِ بہ ڏک جو باعث هئي، هڪ جي خوشي، سڀن جي خوشي هئي.

اينري ساري بحث مان هاڻ اسين شايد اهو واضح ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿي ويا هجون تہ اسان جي وطن ۽ سوويٽ يونين ۾ موجود قومي سوال جا مسئلا ۽ نوعيت ساڳي آهي. انهيءَ مسئلي کي حل ڪرڻ لاءِ اسان جيڪا پاليسي اختيار ڪئي آهي سا مارڪسي ليننی اصولن مطابق آهي ۽ سوويٽ پاليسيءَ جهڙي ئي آهي.

پر، اها به هڪ حقيقت آهي ته چين ۽ سوويٽ روس ۾ تاريخ جو وهڪرو هڪجهڙو نه رهيو آهي. چيني انقلاب کان اڳ چين ۾ موجود حالتون ۽ روس جي آڪٽوبر انقلاب کان اڳ واريون حالتون مختلف هيون. انهيءَ ڪري قومي سوال جي حل لاءِ اسان جيڪو رستو اختيار ڪيو سو سوويٽ رستي کان مختلف هو. جيتوڻيڪ منزل ساڳي هئي. انهيءَ فرق جي ڪري اسان قومي حق خود اراديت تي زور ڏيڻ بدران صرف علائقائي خود مختياريءَ جو نعرو بلند ڪيو جيتوڻيڪ اسين لينن جي قومي حق خود اراديت واري اصول جو احترام ٿا ڪريون، ۽ علائقائي خود مختياريءَ جو نعرو بلند ڪندي به، اسان انهيءَ اصول کي پنهنجو رهنما اصول تسليم ڪيو آهي. سوويٽ يونين قومي سوال حل ڪرڻ لاءِ قومي حق خود اراديت واري اصول تي عمل ڪيو ۽ مناسب وقت کانپوءِ وفاق جي ڳالهه ڪئي ۽ وفاق تشڪيل ڏنو، جڏهن ته اسان وفاقيت واري سوچ کي قابل عمل نه سمجهيو ۽ علائقائي خود مختياريءَ تي زور ڏنو. هن وقت اسان جون سموريون قوميتون متحد آهن، گڏجي ڪم ڪري رهيون آهن، سامراج جي مخالفت ڪري رهيون آهن، سندن پڙي ملڪي سرحدن جي حفاظت ڪري ٿي ۽ ملڪ جي دفاعي صلاحيتن کي نا قابل تسخير بڻائي ٿي، هڪ خاندان ۾ رهندي،

هڪبئي جي مدد وارن اصولن تي عمل ڪندي هر قوميت پنهنجي سياسي، معاشي ۽ اقتصادي حالتن ۾ بهتري آڻڻ ۾ ڪامياب ٿي رهي آهي ۽ عالمي امن لاءِ زبردست تحريڪ ثابت ٿي رهي آهي ته اسين وفاقيت جي ڳالهه ڇو ڪريون؟



# باب ڏيون

## علائقائي خود مختياريءَ واري پاليسي

قومي سوال کي حل ڪرڻ لاءِ جيڪو مارڪسي ليننني نظريو پيش ٿيل آهي، علائقائي خود مختياري، چيني حالتن ۾ انهيءَ نظرئي جو عملي رخ آهي، اسان جي مخصوص سياسي ۽ سماجي حالتن ۽ اسان جي تاريخ جو مطالعو ڪرڻ ڪانپوءِ قومي سوال حل ڪرڻ لاءِ جيڪو طريقه ڪار ذهن ۾ اچي ٿو تنهن جو بنياد علائقائي خود مختياريءَ وارو اصول آهي. انهيءَ اصول تحت قوميتن جي عوام کي پنهنجا اندروني مسئلا خود حل ڪرڻ جي اجازت ملي ٿي ۽ اسان جي اقليتن جي گهڻائي انهيءَ طريقه ڪار جي فائدي ۾ آهي. پنهنجا مسئلا پاڻ حل ڪرڻ ۽ پنهنجي علائقي ۾ پنهنجي انتظاميه قائم ڪرڻ، پنهنجي علائقي جي فلاح ۽ ترقيءَ لاءِ ڪم ڪرڻ جي خواهش سمورين قوميتن جي عوام ۾ تمام گهڻي قدر موجود آهي. جي اسين سندن انهيءَ خواهش جو احترام ڪريون ۽ کين پنهنجن علائقن جا

حاڪم مقرر ڪريون ته انهيءَ سان ملڪ جي پڌي ۽
ملڪ جي دفاع ۽ ترقيءَ تي ڪو برو اثر ڪونه پوندو
جيئن ڪي طبقا سوچيندا آهن ته هر قوميت کي
حڪومت ڪرڻ جو حق ڏيڻ معنيٰ کين ڇڙواڳ ڪرڻ
۽ علحدگيءَ لاءِ پچ چئڻ برابر آهي. اها سوچ بنهه
غلط آهي ۽ قوميتن جا حق غصب ڪرڻ مثال آهي.
جي هر قوميت کي پنهنجي علائقي ۾ سندن حڪومت
قائم ڪرڻ جي اجازت ڏني وڃي، کين پنهنجا مسئلا
پاڻ حل ڪرڻ جي اجازت ڏني وڃي، ۽ گڏوگڏ اهڙو
نظام قائم ڪيو وڃي جنهن تحت ترقي يافته قوميت
پنهنجي پوئتي پيل پاڙن جي هر ممڪن مدد ڪري،
سندن اقتصادي ۽ معاشي مسئلا حل ڪرڻ ۾ مدد ڏئي
صنعتي ميدان ۾ پاڻ پرو ٿيڻ لاءِ مدد ڪري، سندن
ڏک سک ۾ ڀاڱي ڀائيوار ٿئي ته لازماً انهيءَ ننڍي
قوميت جو عوام ٿورائتو ٿيندو ۽ سندن ذهنن ۾ اهو
خيال پيدا ٿيندو ته جڏهن وڏي قوميت سندن هر ممڪن
مدد پيئي ڪري ته کين به ملڪ جو وفادار ۽ وڏي
قوميت جو ٿورائتو ٿي رهڻ گهرجي. جڏهن اها فضا
قائم ٿي ته پوءِ اها ننڍڙي قوميت به پنهنجي وس آهر
پي ڪنهن قوميت جي مدد ڪندي ۽ وقت اچڻ تي
ملڪ لاءِ پنهنجو رت وهائڻ کان به نه ڪيٻائيندي.
هڪٻئي جي انهيءَ ريت مدد ڪرڻ ڪري قوميتن ۾
اڻ ڇڄندڙ برادرانه تعلقات قائم ٿيندا ۽ ملڪ انهيءَ سان

مضبوط ٿيندو. ملڪ جي انتظام هلائڻ لاءِ به برابريءَ
جي بنياد تي هڪ اجتماعي قيادت چونڊڻ گهرجي.
جيڪي ماڻهو اهو چون ٿا ته ملڪ جو نظام هلائڻ جي
صلاحيت هرهڪ ۾ نه هوندي آهي سي ڀليل آهن. ذهني
صلاحيت تي ڪنهن جو به ٺيڪو لڳل نه هوندو آهي.
اها صرف توهانجي ذاتي سوچ آهي جنهن تحت توهان
اهو سوچيو ٿا ته عقل مند صرف توهان آهيو. مون کي
ڇُسا، بي عقل ۽ درويش انسان هر قوم ۾ هوندا
آهن ته لعل ۽ هيرا به هر قوم ۾ موجود آهن. صرف
سوناري يا جوهريءَ جي نظر کپي جيڪو عوام جي
ميڙ مان اهي هيرا ۽ لعل ڳولهي هٿ ڪري. سوچڻ
جي ڳالهه آهي ته اسين ملڪ جي قيام ۽ بقا لاءِ
سمورن قوميتن جي موجودگي ضروري ٿا سمجهون ۽
ملڪ جو نظام هلائڻ لاءِ انهن جي نمائندگي ضروري
نٿا سمجهون! اهي قوميتون جن جو وجود ملڪ جي
سلامتيءَ لاءِ ضروري آهي، انهن کي جي موت ۾ اسان
ڪجهه نه ڏنو، ته ڇا هو اهو نه سمجهندا ته ساڻن ڀيائي
وارو يا ماتيجي ماءُ وارو سلوڪ ڀيو ڪيو وڃي. پوءِ
هو ڪهڙي دل سان ملڪ جي ترقيءَ لاءِ اسان سان
شامل ٿيندا؟ علائقائي خود مختياريءَ جو صرف اهوئي
مطلب ڪونه آهي ته قوم کي صرف پنهنجا اندروني
مسئلا حل ڪرڻ جو مڪمل اختيار ڏنو وڃي، پر
گڏوگڏ ملڪي نظام هلائڻ لاءِ اجتماعي قيادت منتخب

ڪئي وڃي ۽ ملڪي معاملن ۾ بہ برابريءَ جي بنياد تي سڀني کي حصو ڏنو وڃي. اهڙيءَ ريت هر قوم ملڪ تي پنهنجي حاڪميت سمجهندي ۽ پنهنجو فرض سمجهندي تہ ملڪ کي ترقي وٺرائجي، ملڪ کي مضبوط ۽ محفوظ ڪجي.

چين جي ترقيءَ ۽ استحڪام، ۽ چيني عوام جي خوشحاليءَ اهو ثابت ڪري ڏيکاريو آهي تہ علائقائي خود مختياريءَ جي پاليسيءَ تي خلوص نيت ۽ مڪمل طور تي عمل ڪرڻ سان ملڪ کي فائدو پهچي ٿو ۽ ڪنهن قسم جو ڪو خطرو لاحق نٿو رهي.

خود مختياريءَ واري پاليسيءَ تحت قومي خود مختيار حڪومت، پنهنجي علائقي لاءِ بجيٽ تيار ڪندي آهي، پنهنجي عوام ۽ پنهنجي ترقيءَ جي ڀلائي لاءِ ماسٽر پلان تيار ڪندي آهي، انهن لاءِ فنڊ ڪٺا ڪندي آهي، پنهنجي علائقي جي حفاظت لاءِ فوج تيار ڪندي آهي ۽ ڪين پنهنجي حفاظتي فوج کي هر قسم جي هٿيار سان ليس ڪرڻ جي مڪمل آزادي حاصل هوندي آهي ڇو تہ اها فوج چوڻ ۾ تہ ڪنهن مخصوص علائقي جي حفاظتي فوج هوندي آهي پر جي انهيءَ کي وسيع الذهني سان سوچيو وڃي تہ اها حقيقت اسان تي پاڻ مرادو آشڪار ٿي ويندي تہ ڪنهن مخصوص علائقي جي حفاظت دراصل ملڪ جي حفاظت آهي. ڪنهن علائقي جي فوج، جي پنهنجي سرحدن کي دشمن کان آجو ۽

پاڪ رکيو ته چڻ ملڪي سرحدن جي حفاظت ڪئي، انهيءَ ڪري هرقوميت کي پنهنجي خود مختيار حڪومت تحت حفاظتي فوج قائم ڪرڻ جي اجازت ملڻ گهرجي. اهي ننڍيون ننڍيون حڪومتون پنهنجي علائقي جي تهذيب ۽ ثقافت جي ترقيءَ لاءِ ڪم ڪري سگهن ٿيون ۽ کين انهيءَ لاءِ هر ممڪن سهولت ۽ آزادي حاصل هجڻ گهرجي. علاقائي خود مختيار حڪومت جو اهو به هڪ فائدو آهي ته جيڪي ڪم مرڪزي حڪومت پوري ڌيان سان نه سر انجام ڏيئي سگهي اهي، انهيءَ علائقي جي حڪومت پورا ڪري، ۽ انهيءَ ۾ هڪ اهو به آهي ته علائقي جي تهذيب ۽ ثقافت ۽ لوڪ ورثي جي ترقيءَ لاءِ منظم بنيادن تي ڪم ڪجي جيڪو مرڪزي حڪومت چڱيءَ ريت انجام نٿي ڏيئي سگهي. علائقي جي ٻوليءَ جي ترقيءَ لاءِ پڻ مقامي حڪومت ئي ڪو قدم کڻي سگهي ٿي. ٻولي، قومن جي زندگيءَ ۾ نهايت اهم حيثيت رکي ٿي. ۽ ڌرتيءَ سان واسطو رکندڙ عوام کي پنهنجي مادري يا علاقائي ٻوليءَ سان جيڪو پيار هوندو آهي سو انتها درجي جو هوندو آهي ۽ ٻوليءَ وارو مسئلو ايتري قدر ته جذباتي هوندو آهي جو ملڪ جو اتحاد ۽ سلامتي، انهيءَ مسئلي تي غير سنجيده رويو اختيار ڪرڻ جي صورت ۾ خطري ۾ پئجي ويندو آهي. تنهن ڪري مناسب اهوئي آهي ته علاقائي قومي حڪومت

کي اهو اختيار ڏنو وڃي ته هو آفيسن ۾، اسڪولن ۾ ۽ علائقي جا مسئلا حل ڪرڻ لاءِ علائقي جي مقبول ۽ عام زبان کي تحريري ۽ زباني طور استعمال ڪري.

اهڙيون حڪومتون قومتين جي اندروني اتحاد کي مضبوط ڪن ٿيون، ننڍا ننڍا مسئلا حل ڪن ٿيون، رياست ۾ رهندڙ ٻين قومن سان برادرانه تعلقات قائم ڪن ٿيون ۽ اهڙيءَ ريت ملڪي اتحاد کي مضبوط ڪن ٿيون، رياستي حڪومت، ۽ علائقائي عوام ۾ محبت ۽ پيار وڌائين ٿيون، اقليتي عوام جي دلين ۾ وطن جي محبت پيدا ڪن ٿيون، ۽ ڇو نه ڪن؟ جنهن عوام کي حڪومت ۾ مڪمل اختيار حاصل هجن، سندن مادي ترقيءَ لاءِ آپاءَ ورتا وڃن، سندن تهذيب ۽ ثقافت جي ترقيءَ لاءِ جدوجهد ڪئي وڃي. سندن ٻوليءَ کي تحفظ ڏنو وڃي ۽ کين پنهنجي حفاظت لاءِ فوج رکڻ جي به اجازت هجي. پنهنجي حڪومت هجڻ ڪري ۽ پنهنجي فوج قائم ڪرڻ جي اجازت جي ڪري بي روزگاريءَ جو هڪ وڏو مسئلو به حل ٿي وڃي ٿو. جيڪا رياست ۽ جيڪا حڪومت پنهنجي اقليتي قومتن جو ايترو خيال ڪندي، تنهن سان اقليتي عوام به لازماً وفادار رهندو انهيءَ ڪري اسان کي گهرجي ته گمراهه ڪندڙ پروپيگنڊا کان بچون، ۽ پنهنجي قومي علائقائي خود مختياريءَ واري پاليسيءَ

تي نيڪ نيتي ۽ سختيءَ سان عمل ڪندا رهون ۽ انهيءَ پاليسيءَ جي حفاظت ڪريون.

ماضيءَ جي رجعت پسند حاڪم ٽولن، عوام کي پنهنجون حڪومتون قائم ڪرڻ جو حق نہ ڏنو ۽ سڀني کي پنهنجو محڪوم بڻائي رکيو. جڏهن تہ اسانجي موجوده رياست ۾ عوام کي اهو حق ڏنو ويو آهي ۽ اهوئي اسانجي خلوص جو ثبوت آهي. خود مختياريءَ جو حق ڏيڻ اسين مختلف قومن ۾ هڪٻئي لاءِ احترام جو جذبو پيدا ڪريون ٿا ۽ ملي جلي رهڻ ۽ هڪٻئي جي مدد ڪرڻ جا جذبا پيدا ڪريون ٿا، ۽ اسانجي انهيءَ طرز عمل جي ڪري اقليتي قومي عوام پنهنجي علائقي ۽ پنهنجي رياست جي ترقيءَ لاءِ پنهنجون مڪمل صلاحيتون ڪم آڻيندا آهن ۽ ائين ڪرڻ سان پوئتي پيل قومون جلد ترقي ڪيل قومن جي صف ۾ شامل ٿي وڃن ٿيون- هڪٻئي جي احترام، هڪٻئي تي اعتماد، هڪٻئي جي مدد ڪرڻ جي ڪري جيڪا محبت ۽ ڀائپيءَ واري فضا قائم ٿئي ٿي سا سامراجين جي هر سازش کي ناڪام بنائڻ ۾ ڪارگر ثابت ٿئي ٿي. سامراجي ڪتا اڄ بہ، آزاديءَ کان پوءِ بہ هر وقت سازشن ۾ مصروف آهن جيئن اسان کي هڪ ٻئي سان ويڙهائين، اسان جي ايڪي ۽ ٻڌيءَ کي ٽوڙين ۽ اسانجي پيار ۽ محبت کي ختم ڪن، جيئن هو اسانجي مادر وطن کي وري غلاميءَ جي زنجيرن ۾ جڪڙي

سگهن. سامراجين جي انهن سازشن کان اسانکي هر وقت هوشيار رهڻ گهرجي ۽ انهيءَ جو واحد طريقو اهو آهي ته رياستي سطح تي اسين پنهنجي اقليتن جي خود مختياريءَ جو تحفظ ڪريون ۽ کين برابريءَ وارا حق ڏيون.
اسان جي رياستي آئين ۾ قوميتن جي خود مختيار حيثيت کي باقائده تحفظ حاصل آهي ۽ انهيءَ جي ڪنهن به لحاظ کان خلاف ورزي ڪرڻ آئين جي خلاف ورزيءَ ڪرڻ جي برابر آهي. قومي علائقائي خود مختياريءَ جو ٿلهي ليکي مطلب آهي پنهنجن پيرن تي بيهڻ جي قابل ٿيڻ، قومي ادارن ۽ حڪومت ۾ اقليتي عوام جي شموليت، قومي تهذيبي ۽ ثقافتي ورثي جو تحفظ ۽ ترقي- يعني سوشلسٽ سماج جي تشڪيل ۽ تعمير جو حصو بڻجڻ لاءِ هر قوميت لاءِ اهو ضروري آهي ته هو پنهنجن پيرن تي بيهڻ جي قابل هجن ۽ اسانجو آئين کين انهيءَ سلسلي ۾ اڳتي وڌڻ لاءِ تمام ضروري تحفظ فراهم ڪري ٿو- پر انهيءَ سموري عمل ۾ سڀ ڪم قومي اقليتي ڪارڪنن تي نه ڇڏڻ گهرجي ڇو ته هو مڪمل طور تي تربيت يافته نه آهن، ۽ جي هر ڪم انهن تي ڇڏيو ويو ته ممڪن آهي خود مختياريءَ وارن کان خود سندن ئي حقن جي خلاف ورزي ٿئي. انهيءَ ڪري ضروري آهي ته قومي اقليتي ڪارڪنن کي سندن ذهانت، سوچ ۽ حيثيت مطابق فرض سونپيا وڃن، ۽ انهيءَ جي لحاظ

سان ڪين اختيار ۽ عهدا ڏنا وڃن. انهين نه ٿئي جو ڪنهن ذهني طرح غير تربيت يافته ڪارڪن کي هڪدم سمورا اختيار حوالي ڪري ڇڏجن. نتيجو ظاهر آهي اهو نڪرندو جو سڄو ڪم انهيءَ ڪارڪن جي ذهني ڪچائيءَ ڪري خراب ٿي ويندو. موجوده صورتحال ۾ چيني ڪميونسٽ پارٽيءَ جو بنيادي ۽ اهم ڪم اهو آهي ته قومي اقليتي علائقن ۾ ڪارڪنن جي صحيح ذهني تربيت ڪن ۽ اقليتي عوام کي پنهنجن پيرن تي بيهڻ لاءِ جيڪا مدد درڪار آهي، تنهن کي گهٽ ڪن ۽ ثابت قدم قيادت فراهم ڪن. قومي اقليتن جون دليون ۽ همدرديون کٽڻ لاءِ ضروري آهي ته اسين سندن حقن جي حصول واري جدوجهد ۾ ساڻن پاڻهن پيلي ٿيون. ڪارڪنن جي تربيت ۾ هٿ ونڊايون گهڻي کان گهڻا ڪارڪن انهيءَ مقصد لاءِ ڪين ٺاهي ڏيون جيئن سندن جدوجهد ڪنهن به موقعي تي ڊڙي يا سست نه ٿئي ۽ خود مختيار علائقن ۾ حڪومتي انتظام هلائڻ لاءِ خود انهن مان ئي تربيت يافته، سڪيل سچا ۽ کرا ماڻهو مقرر ڪري سگهجن. جڏهن اهو ٿي ويو ۽ انهن ڪارڪنن کي انتظام سنڀالڻ ۾ مدد ڏني ويئي ۽ انهيءَ معاملي ۾ پنهنجن پيرن تي بيهڻ تائين سندن مدد ڪئي ويئي تڏهين ئي اقليتي عوام ۽ سندن خود مختيار ادارن ۾ قريبي تعلق پيدا ٿيندو، صورتحال جو حقيقي شعور پيدا ٿيندو ۽ اقليتي عوام جا جذبات،

انهن جا احساس ۽ سندن تڪليفن کي سمجهڻ ۽ انهن کي حل ڪرڻ ۾ آساني ٿيندي. هان قوم جا ڪارڪن اهو ڪم نڀا ڪري سگهن، چو ته هر قوم جا ڪارڪن پوري سچائيءَ سان تڏهن ڪم ڪندا جڏهن معاملو سندن پنهنجي قوم جو هوندو.

قومي اقليتي عوام ۾ اهڙا بيشمار ڪارڪن ۽ اڳواڻ موجود آهن جن ۾ عوام سان رابطو قائم ڪرڻ جي صلاحيت موجود آهي ۽ هو پنهنجي عوام لاءِ قربانيون ڏيڻ چاهين ٿا ۽ سندن فلاح ۽ ڀلي لاءِ ڪم ڪرڻ لاءِ آتا آهن، ضرورت صرف انهيءَ ڳالهه جي آهي ته اسين انهن کان ڪم وٺي سگهون. انقلابي جدوجهد هلندي ۽ آزاديءَ کانپوءِ وارن دورن ۾ اسانجي قومن سچن ۽ محنتي ڪارڪنن جـون ڪيتريـون ڪيپون تيار ڪيون آهن جن انقلابي جدوجهد ۾ ۽ آزاديءَ کانپوءِ ملڪ ۽ قوم جو انتظام صحيح نموني هلائڻ ۾ اهم ڪردار ادا ڪيو آهي. اسان کي گهرجي ته اهڙن ڪارڪنن جي تياريءَ جو ڪم جاري ۽ ساري رکون جيئن ڪنهن به ڏکي ويل ۽ هر وقت، ملڪي نظام کي ايمانداري ۽ محنت سان هلائي سگهجي - ڪميونسٽ پارٽيءَ، انقلابي جدوجهد واري عرصي ۾ قومي اقليتي عوام مان ڳولهي ڳولهي اهڙا ڪارڪن پيرتي ڪيا جن جي دل ۾ قربانين جو ۽ ڪم ڪرڻ جو جذبو ۽ سچي لگن هئي. ۽ پوءِ انهن جي سوچ، ذهن ۽ ڪم ڪرڻ

جي صلاحيت کي رخ صحيح تي آڻڻ لاءِ سندن ڊگهي عرصي تائين تربيت ڪئي. انهن ڪارڪنن ۾ گهڻائي اڻ پڙهيل ڏنارن جي هئي. مدت تہ گهڻي گهرجي، محنت بہ ڪرڻي پوي ٿي، ۽ ڊگهي عرصي تائين صبر ڪرڻو ٿو پوي. ڪميونسٽ پارٽيءَ وٽ اهڙو باقاعدہ منصوبو ۽ پلاننگ آهي جنهن تحت هو ڪارڪنن جي تربيت ڪري ٿي. انهن ڏنارن کي ڪار آمد ڪارڪنن ۾ تبديل ڪرڻ لاءِ شروعات کين الف ب پڙهائڻ سان ڪئي ويئي ۽ گڏوگڏ کين لکڻ بہ سيکاريو ويو. انهيءَ کان سواءِ هان قوم جي تربيت يافتہ ڪارڪنن تي اها ذميواري وڌي ويئي تہ هو پنهنجن ڀائرن جي صبر ۽ تحمل سان راهنمائي ڪن. لکڻ ۽ پڙهڻ سان گڏ کين اهو بہ سيکارڻ گهرجي تہ پنهنجي هم قوم ڀائرن سان محبت ڪن، ساڻن دوستيءَ وارو رشتو قائم ڪن، پنهنجي ڀائرن جي جذبن ۽ احساس کي سمجهڻ جي ڪوشش ڪن ۽ سندن مفادن جي حفاظت کي هر ڪم کان اهم سمجهن، ڇاڪاڻ تہ اهيئي ڳالهيون ۽ خاصيتون آهن جن جي عوام پنهنجي اڳواڻ ڪارڪنن مان اميد رکن ٿا. حقيقتي صورتحال کي بنا ڪنهن ڊپ ڊاءُ جي حاڪمن اڳيان پيش ڪرڻ ۽ پنهنجون تجويزون اڳتي وڌائڻ لاءِ سندن حوصلي افزائي ڪرڻ گهرجي. ائين ڪرڻ سان چيني ڪميونسٽ پارٽي ۽ قومي حڪومت اڳتي هلي قومي اقليتي ڪارڪنن ۽ اقليتي عوام جي

بهتر ناتن جو فائدو حاصل ڪري سگهندي، ۽ اقليتي عوام کي راضي ۽ خوش رکي سگهندي. جي اسان اقليتي عوام جي نمائندن کي سندن انهيءَ فرض کان روڪيو ته هو پنهنجي عوام جي سوچ ۽ خواهشن کي حاڪمن اڳيان نه پيش ڪن، ته نه هو دل جان سان ڪم ڪندا ۽ نه وري حڪومت ۽ اقليتي عوام ۾ سٺا تعلقات قائم ٿيندا. اهي نئدا نئدا ڪارڪن جيڪي شروع ۾ صرف پنهنجي اقليتي عوام ۽ علائقي تائين محدود رهندا، نيٺ اهڙا تجربي ڪار ٿيندا جو مادر وطن جا اڳواڻ ثابت ٿيندا ۽ نهايت ڪاميابي، ۽ مردانگيءَ سان ملڪ جي انتظام جون واڳون سنڀاليندا.

چيني ڪميونسٽ پارٽي ۽ قومي حڪومت، اقليتي عوام مان ڪارڪنن جي چونڊ ۽ سندن تربيت تي تمام گهڻو ڌيان ڏيئي رهي آهي. صرف ڪميونسٽ پارٽيءَ جا ميمبر سموري ملڪ جي مسئلن کي منهن نٽا ڏيئي سگهن. بهتر طريقو اهو آهي جو خود هر قوميت مان محنتي ۽ ايماندار ڪارڪن اڳتي وڌن، ڇاڪاڻ ته سندن فيلڊ محدود هوندي ۽ هو پنهنجي هم قومن جي گهرجن، ضرورتن ۽ مطالبن کان چڱيءَ پر واقف هوندا ۽ اهڙن مطالبن کي اڳتي وڌائڻ لاءِ حوصلي افزائي به ڪئي ويندي ته قومي حڪومت کي اقليتي عوام جي مطالبن کي پورو ڪرڻ ۾ آساني ٿيندي. گذريل ڪجهه سالن دوران قومي حڪومت پنهنجي صوبائي حڪومتن جي

مهڪار سان اهڙا باقائده سٽ ادارا قائم ڪيا آهن ۽ ڪيترائي جز وقتي اسڪول شروع ڪيا آهن جتي هن وقت به لک ڏهه هزار ڪارڪن تربيت حاصل ڪري رهيا آهن.

اهي ڪارڪن جڏهن عملي ميدان ۾ ايندا تڏهن وري انهن سان سندن اڳتي وڌايل مطالبن ۽ گهرجن تي مثبت انداز ۾ بحث ڪجي، جي سندن مطالبو ناجائز آهي ته دليلن سان کين قائل ڪجي، سندن سوچ غلط آهي ته پيار ۽ محبت سان سندن سوچ جو رخ صحيح طرف ڪيو وڃي - اهڙو ڪو به عمل قوميتن ۽ قومي حڪومت جي تعلق لاءِ هاڃيڪار ثابت ٿيندو جنهن ذريعي اوهان پنهنجي هڪ هٺي قائم ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي، قوميتن جو هر جائز مطالبو به رد ڪري ڇڏيو، ۽ قومي ڪارڪنن کي اعتماد ۾ نه ورتو. انهيءَ کانسواءِ اقليتي عوام ۾ پنهنجائپ وارن جذبن کي مضبوط ڪرڻ خاطر سندن هر جائز گهرج بر وقت پوري ڪرڻ کپي، سندن هر تڪليف هڪدم دور ڪجي. اقليتي عوام جو اهو قدرتي حق آهي. ته ملڪي معاملن ۾، هر معاملي ۾، سندن شرڪت جي آجيان ڪجي، سندن سوچ ۽ خيالن کي مان ڏجي. انهن تي ڌيان ڏجي ۽ قابل عمل هجن ته بنا روڪ ٽوڪ جي عمل ڪجي، ناقابل عمل هجن ته زبان جي هڪ وار سان يا قلم جي هڪ ڌڪ سان انهن کي رد ڪرڻ جو

توهان کي کو حق نہ آهي. اهو انهيءَ طبقي جو حق آهي تہ کين قائل ڪيو وڃي تہ سندن تجويز جو قابل عمل نہ آهي. ۽ انهيءَ معاملي ۾ اهو بہ ذهن ۾ رکڻ کپي تہ قوم جو ڪوبہ اجتماعي يا ڪنهن بہ واحد اقليتي قوم سان واسطو رکندڙ ڪوبہ معاملو سرڪاري يا قومي راز جي حيثيت نٿو رکي. قوم جو مطلب آهي سمورو عوام. اڪثريتي، اقليتي. ۽ هر رار ۾ ڪانئن صلاح مشورو ڪري توهان منجهن اهو احساس پيدا ڪندا تہ هو قوم جي هر معاملي ۾ شريڪ آهن ۽ کين ڪنهن بہ معاملي ۾ الڳ نٿو رکيو وڃي. ماضيءَ جي سرمايہ دار جاگيردار حاڪم ٽولن اقليتي قومي عوام کي هر معاملي کان ڏار رکيو ڇـي، ”هي اسان مان نہ آهن“ ڇا اهڙي ڪنهن صورتحال ۾ اقليتي عوام توهان جو وفادار رهي سگهندو؟ جي توهان کين پنهنجو نہ سمجهندا تہ هو توهان کي پنهنجو سمجهندا!-.

انهيءَ ڪري اڪثريتي عوام يعني هان عوام ۽ ڪارڪنن کي گهرجي تہ هو خود کي اقليتي عوام جي ڀاڳرن ۽ دوستن جي حيثيت ۾ پيش ڪن، اقليتن جـو اعتماد حاصل ڪرڻ لاءِ ضروري آهي تـہ پهرين توهان مٿن اعتماد ڪريو. ۽ انهيءَ لاءِ ضروري آهي تہ توهان اقليتن جي زبان سکيو-

ٻولي- قوم جي اهم ترين خاصيتن مان هڪ آهي، ۽ قوم جي سڃاڻپ سندس ٻولي اهي- ڀرءي خودمختياريءَ

جو هڪ اهم عنصر، انهيءَ قوم کي اها اجازت ڏيڻ آهي ته هو پنهنجي ٻولي ڳالهائڻ، لکڻ ۽ استعمال ڪري سگهن ٿا. قومي اقليتن جو اهو حق آهي ته هو پنهنجي علائقي جي عوام جي مقبول ٻولي، هر سطح تي، آفيسن ۾، اسڪولن ۾، اجتماعن ۾، لکڻ ۾ ۽ ڳالهائڻ ۾ ڪلم ڪلا اختيار ڪن ۽ مٿن اهو ورض ٻه لاڳو ٿئي ٿو ته پنهنجي ٻوليءَ کي ترقي وڌرائين. ڪومنتانگ جي رجعت پسند دور ۾ چند قومي اقليتن جي ٻولين کي جي قومي ڪاروبار ۾ استعمال ڪرڻ کان بالڪل روڪيو نه ويو، ته به انهن جي سخت مخالفت ڪئي ويئي ۽ اهڙو هر اقدام ڪيو ويو جيئن اها ٻولي ختم ٿئي. انهيءَ ڪري چين جي قومي آئين ۾ اهو اهم نڪتو موجود آهي ته، ”هر قوميت کي آزادي ۽ حق حاصل آهي ته هو پنهنجي ٻوليءَ کي ڪاروبار حڪومت جي هر سطح تي استعمال ۽ اختيار ڪري سگهي ٿي. ۽ پنهنجي فرض جي پورائيءَ دوران ايوان حڪومت ۾، عدالتن ۾، اسڪولن ۾، هر شخص ان علائقي ۾ ڳالهائي ويندڙ مقبول ۽ عام ٻوليءَ جو استعمال ڪري ۽ انهيءَ جو چڱيءَ ريت واقف هجي.

چيني ڪميونسٽ پارٽيءَ جا اڳواڻ چڱيءَ ريت سمجهندا هئا ته ٻولي اهو هٿيار آهي جنهن کي صحيح طريقي سان ۽ حقيقت پسنديءَ سان استعمال ڪري هو قومي اقليتي عوام جو اعتماد حاصل ڪري سگهن ٿا.

ٻوليءَ جو تعلق زمين سان آهي ۽ زمين سان عوام جو ايترو ته گهرو تعلق ٿو هجي جيڪو ماءُ پيءُ سان به نٿو هجي. هتي مثال وٺو ته اڄ هان قوم اڪثريتي قوم آهي. هڪ لحاظ کان حاڪم قوم آهي. ۽ ملڪ ۾ ٻيون انيڪ قومون ۽ سندن مخصوص علائقا آهن. پر جي حاڪم طبقو ۽ حڪومتي اهل ڪار، پنهنجي حڪومت ۾ وسندڙ ٻين قومن جون ٻوليون ڳالهائي ۽ سمجهي نه سگهندا ته، سندن ڏک سک، سندن تڪليفون ڪيئن سمجهي سگهندا؟ انهن وٽ ويندا ۽ انهن جي ٻولي نه ڳالهائيندا ته، اها قوم ڪين پنهنجو ڪيئن سمجهندي پنهنجو دک درد ماڻهو صرف پنهنجن کي ٻڌائيندو آهي. پوءِ اهڙا اهل ڪار حڪومتي ڪاروبار ڪيئن هلائيندا جيڪي پنهنجي رعيت جي دک درد کان به واقف نه هجن؟ انهيءَ ڪانسواءِ دنيا جا سمورا عقل مند، ۽ دانشور اهو تسليم ٿا ڪن ته ٻار کي جي بنيادي تعليم سندس مادري زبان ۾ نه ملي ته سندس فطري صلاحيتون دٻجي وينديون ۽ اهو ٻار موڳو رهجي ويندو. پنهنجي ملڪ ۽ قوم جي ترقي ۽ سربلنديءَ لاءِ اهو ضروري آهي ته ملڪ جو ٻچو ٻچو، پنهنجون تمام صلاحيتون ۽ ۽ قابليتون ملڪ لاءِ وقف ڪري ڇڏي، پر جي اوهان ملڪ جي آئيندي جي ابن جي فطري صلاحيتن کي آسرو ئي نه ڏنو ته اهي ملڪ جي ترقيءَ لاءِ ڪيتري قدر ڪار آمد ثابت ٿيندا سو هرڪو سمجهي سگهي ٿو.

١٩٥١ ۾ حڪومت جي قائم ڪيل تنظيمي ڪائونسل، قومي معاملن ڪي نبيرڻ واسطي ڪيترين ٺي تجويزون پيش ڪيون هيون، تن مان هڪ انهيءَ مسئلي متعلق به هئي ته جن اقليتي قومن جي پنهنجي ڪا ٻولي نه هئي تن لاءِ زباني ۽ تحريريءَ ڪا هڪ ٻولي تيار ڪئي وڃي. انهيءَ ڪانپوءِ چين جي سائنس اڪيڊميءَ جي لساني انسٽيٽيوٽ، ٻين ڪيترن ادارن سان ملي قومي اقليتي ٻولين جي تحقيق، ترقي ۽ واڌاري لاءِ ڪيترن ٺي پروجيڪٽن تي ڪم ڪيو، جن مان ”چوآنگ“ ۽ ميائو عوام ڪي هڪ نئين ٻولي تيار ڪري ڏيڻ ۽ ”تائي“ عوام ڪي پنهنجي ٻوليءَ جي ترقيءَ لاءِ گهربل مدد ڏيڻ به پروجيڪٽ هئا. پيڪنگ ۾ ١٩٥٥ ۾ ٻولين جي موضوع تي منعقد ٿيل ڪانفرنس ۾ انهيءَ سلسلي ۾ ٿيندڙ ڪم جا تفصيل ظاهر ڪيا ويا. فيصلو ڪيو ويو ته ١٩٥٦ جي شروع ٿيڻ سان، ٻن ٽن سالن اندر قومي اقليتن جي ٻولين متعلق تحقيقاتي ڪم مڪمل ڪيو ويندو، جنهن قوميت لاءِ نئين ٻولي تيار ڪرڻي آهي، انهيءَ لاءِ ڪم ڪيو ويندو ۽ جن جن ٻولين ڪي اصلاح ۽ سڌاري جي ضرورت آهي تن ڪي انهيءَ سلسلي ۾ مدد ڏني ويندي انهن ڪمن لاءِ ٻوليءَ جي ڇهه سؤ ماهرن تي مشتمل ست گروپ ٺاهيا ويا جيڪي اقليتي قومي علائقن ۾ ڪم ڪري رهيا آهن.

ڪن علائقن ۾، اڳ ٺي پنهنجي ٻوليءَ جي اصلاح

۽ ترقيءَ لاءِ ڪم ڪندڙ ۽ پاڻ پتوڙيندڙ ڪارڪنن تي غداريءَ جا الزام لڳايا ويا. اسان کي سمجهي وٺڻ گهرجي تہ اهو طريقو ملڪ جي اتحاد ۽ سلامتيءَ لاءِ سخت هاڃيڪار آهي، ۽ اقليتن جي حقن تي ڌاڙو آهي. هان عوام جي ٻولي بہ سيني علائقن ۾ ساڳي ڪونہ هئي پر ڇو تہ هان اڪثريتي قوم آهي، ترقي ڪيل آهي ۽ ماضيءَ ۾ حڪومتن طرفان هان قوم جي معاملن ۾ خاص مهربانيون ٿينديون رهيون، انهيءَ ڪري سندن ٻولي ترقي ڪري ويئي ۽ هڪ جهڙي، هان ٻولي سڄي ملڪ تي قبضو ڪرڻ لڳي. اسانجي گذريل حڪومتن جو اهو خيال تہ اقليتي علائقن ۾ مقامي ٻولي ڳالهائڻ ۽ ٻين معاملن ۾ استعمال ڪرڻ فضول آهي، اهو اقليتن جي حقن غصب ڪرڻ برابر آهي ۽ اهڙي ورتاءُ سان اسين اقليتن جي دل ۾ پنهنجي لاءِ نفرت پيدا ڪنداسين. اهو خيال پڻ انتهائي غلط آهي تہ جيڪي ٻوليون سڌريل نہ آهن، يا جن جو تحريري بنياد نہ آهي، تن کي ٽڏي ڇڏجي. ٿيڻ ائين گهرجي تہ پنهنجي ملڪ ۾ ڳالهائي ويندڙ هر ٻوليءَ جو احترام ڪريون، ۽ هر ٻوليءَ جي ترقيءَ لاءِ حڪومتي سطح تي ڪوشش ڪريون. اقليتي عوام جي پنهنجي ٻوليءَ ۾ پنهنجي علائقي جو ڪاروبار حڪومت هلائڻ چاهين ٿا تہ اسانکي پاڻ انهيءَ سلسلي ۾ سندن مدد ڪرڻ گهرجي ۽ ڪابہ رڪاوٽ هجي تہ انهيءَ کي دور ڪرڻ

گهرجي- اقليتن جي ٻوليءَ جي حفاظت ڪري اسين سنڌن دل ۾ موجود وطن جي محبت جي جذبن کي اڃان به وڌيڪ مضبوط ڪنداسين پر جي ڪين انهيءَ کان روڪيوسين، يا سنڌن ٻوليءَ کي ختم ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي سين ته ملڪ ۽ قوم لاءِ نفرت ۽ ڌڪار جا جذبا پيدا ٿيندا جيڪي آهستي آهستي وطن جي سلامتيءَ لاءِ نقصان ڪار ثابت ٿيندا.

هر ٻوليءَ جون ڪي خاميون، ڪي ڪميون ضرور هونديون آهن، ۽ هر ٻوليءَ جي اها خاصيت هوندي آهي، ۽ ٻوليءَ جي ماهرن کي اهو ڪرڻ گهرجي ته جيڪي لفظ سنڌن ٻوليءَ ۾ نه آهن، ۽ جي انهن جو بدل نٿو ملي ته جيئن جو تيئن ٻوليءَ جو لفظ پنهنجي ٻوليءَ جي ذخيري ۾ شامل ڪري وٺن. ترقي ڪيل قومن جون ٻوليون، قدرتي طرح پنهنجي قوم جي ترقيءَ ڪري، ترقي ڪريو وڃن، ۽ سنڌن ذخيرو نهايت وسيع ٿيو وڃي. انهن مان فائدو حاصل ڪرڻ لاءِ ضروري آهي ته ان ٻوليءَ سان لهه وچڙ ۾ اچجي ۽ ان مان سٺيون شيون ڪڍجن ۽ پنهنجي ٻوليءَ ۾ ضم ڪري ڇڏجن. مثال طور سائنسي معلومات حاصل ڪرڻ لاءِ اسانکي انگريزي ٻوليءَ سان لهه وچڙ ۾ اچڻو پوندو، پنهنجي مختلف قوميتن جي عوام ۾ نوان نظريا ۽ خيال پکيڙڻ لاءِ، سنڌن ذهني تربيت، ۽ سياسي تربيت لاءِ مارڪسزم ۽ ليننزم متعلق گڏجاڻيون ۽ ڪانفرنسون منعقد

ڪرڻيون پونديون، صنعتي معلومات لاءِ هان ٻوليءَ جو مطالعو ڪرڻو پوندو، ۽ پوءِ جيڪي لفظ اسان جي ٻوليءَ ۾ نہ آهن، اهي ٻي ٻوليءَ مان کڻي سگهجن ٿا، ۽ جيڪو مواد اسان جي تحرير ۾ نہ آهي، تنهن کي پنهنجي تحريري خزاني ۾ شامل ڪري سگهون ٿا.

علائقائي خود مختياريءَ واري پاليسيءَ تي عمل ڪرڻ خاطر اقليتي علائقن ۾ خود اختياريءَ وارن ادارن جي حيثيت جو فيصلو عوام جي اڪثريت جي خواهش مطابق ٿيڻ گهرجي.

پنهنجي علائقي جي ترقيءَ لاءِ علائقي جا ماڻهو ڇا ٿا چاهين، انهيءَ جو توهان کي هر حال ۾ احترام ڪرڻ گهرجي ڇو تہ هر علائقي جي عوام جون ريتون رسمون مختلف هونديون آهن، زندهہ رهڻ جا طور طريقا مختلف هوندا آهن ۽ هو پنهنجي لاءِ ڇا ٿا ڪرڻ گهرن، انهن ۾ مداخلت ڪرڻ جو توهان کي ڪو اختيار نہ آهي، توهان کي تہ پاڻ انهن جي مدد ڪرڻي آهي همت افزائي ڪرڻي آهي. علائقي جي ريتن رسمن تي کلڻ جو توهان کي ڪو حق نہ آهي، هو ڪهڙي ڳالهہ ۾ خوش آهن، تنهن جو خيال رکڻو پوندو ۽ سندن خوشين ۾ شريڪ ٿيڻو پوندو. انهن جا ڪي مخصوص مذهبي، ڏينهن آهن ڪي تهوار آهن تہ انهن جي ملهائڻ جي ڪين مڪمل آزادي هجڻ گهرجي. ملڪي معاملن

۽، خاص ڪري ماليات ڪاتي ۽ حفاظتي فوج قائم
ڪرڻ واري حق جي معاملي ۾ آئين مطابق عمل ڪرڻ
گهرجي- هر خود مختيار حڪومت کي ناڻي، مقامي
آمدني ۽ انهيءَ جي استعمال ۽ پنهنجي علائقي جي فصلن
۽ صنعتن مان حاصل ٿيندڙ مال جي واپار جي سلسلي
۾ هر ممڪن اختيار مليل هجڻ گهرجي نه ته انهيءَ
کانسواءِ سندن پاڻ حڪومت ڪرڻ جو ڪو فائدو ئي
نه رهندو. ڳالهه توهان اها ڪريو ته ڦلاڻي اقليتي عوام
کي اسان پنهنجي خود مختيار حڪومت قائم ڪرڻ جو
حق ڏنو آهي، پر پنهنجي علائقي مان ٿيندڙ آمدني تي
۽ واپار تي کين ڪو اختيار نه هجي ته هو حڪومت
ڪيئن ڪندا؟ حڪومت ته انهيءَ لاءِ هوندي آهي ته
علائقي جي ضرورتن پٽاندر خرچ ڪجي، ۽ پنهنجي آمدني
مان نوان نوان ترقيءَ وارا منصوبا شروع ڪجن، پر
جي ماليات تي سندن اختيار نه هوندو ته هو ڪجهه به
ڪونه ڪري سگهندا. عوام به اهوئي سمجهندو ته زباني
طور تي ته هو خود پنهنجي قسمتن جا مالڪ قرار ڏنا
ويا آهن، پر دراصل، هان قوم سندن حاڪم آهي- جي
اسين چاهيون ٿا ته اسانجا اقليتي علائقا ۽ عوام به ترقي
ڪن ۽ پنهنجن گهرن، پنهنجي زمين جا مالڪ بڻجن
ته انهيءَ لاءِ انهن سان گڏ اسان کي به محنت ڪرڻي
پوندي ۽ صرف زباني جمع خرچ سان ڪم نه هلندو.
اسان جو اقليتي عوام تمام گهڻو پوئتي پيل ۽ پيڙهيل

آهي ۽ اهو سڀ ماضيءَ جي رجعت پسند حاڪمن جي پاليسين جي ڪري ٿيو آهي. هاڻ سنڌ معاشرتي، معاشي ۽ اقتصادي ۽ ثقافتي ترقي ۾ واڌاري لاءِ اسان کي ڪم ڪرڻو پوندو. هان ڪارڪنن کي پنهنجي اقليتي ڀائرن کي انهن ميدانن ۾ ڀاڱي پرو ڪرڻ لاءِ پاڻ پتوڙڻو پوندو ۽ صرف انهيءَ صورت ۾ مثبت نتيجا نڪرندا. هان ڪارڪنن کي اقليتي قومن مان ڪارڪن ڳولها پوندا ۽ انهن کي پاڻ سان گڏ وٺي هلڻو پوندو جيئن هو سڪي سگهن ۽ جيڪي انهيءَ قابل آهن جو پاڻ مرادو ڪم ڪري سگهن ته انهن کي اهڙو موقعو ڏيڻو پوندو.

نه صرف اهو پر اهڙن علائقن ۾ ۽ اهڙين اقليتي قومن جي معاملي ۾ جيڪي هڪ علائقي ۾ مرڪوز نه آهن، يا سنڌ پنهنجو ڪو علائقو آهي ئي ڪونه، يا روزگار جي تلاش جي ڪري هو سڄي ملڪ ۾ پکڙيل آهن، ته به اهڙن هنڌن تي ڪين پنهنجيون ڪميٽيون ٺاهي رهڻ جو حق حاصل آهي، هو پنهنجا ميمبر منتخب ڪن، ۽ مقامي خود مختيار حڪومت کي، انهن ميمبرن کي پنهنجي ڪانگريس ۾ نمائندگي ڏيڻي پوندي ۽ اهڙي علائقي ۾ جيڪو انهن جو پنهنجو نه آهي، پر اتي به سنڌ حقن جو، سنڌ تهذيب ۽ ثقافت جو احترام ڪيو ويندو ۽ ڪين تحفظ فراهم ڪيو ويندو. انهيءَ مخصوص طبقي جا پنهنجا چونڊيل

ميمبر ۽ ڏاڍيل ڪاموٽي پنهنجي ثقافت ۽ معاشرت جي
بچاءُ لاءِ هر قسم جا جائز فيصلا ڪرڻ جا حقدار آهن
۽ علائقي جي خود مختيار حڪومت کي سندن فيصلن
جو احترام ڪرڻو پوندو.

هوڏي قوميت جي اڪثريت اهڙي آهي جيڪا
مختلف سببن جي ڪري ڳوٺن ۽ شهرن ۾ پکڙيل
آهي ته انهيءَ جو مطلب اهو نه ٿيو جو اسين سندن
حقن کان غافل ٿي وڃون. مادر وطن ۾ هو جتي به رهن،
سندن مذهب جو احترام، سندن ٻوليءَ جو احترام اسان
تي فرض آهي، سندن طرز زندگي، معاشرت ۽ مخصوص
عادتن وغيره جو خيال رکڻو پوندو ۽ کين هر ممڪن
سهولت ڏيڻي پوندي. تي سگهي ٿو ته منتشر قوميتن
جي معاملي ۾ اسين پنهنجين پاليسين تي عمل ڪرڻ
کان لنوائي وڃون ڇو ته اهو نسبتاً آسان آهي. پر
اسان کي هوشيار رهڻو پوندو. عظيم هان ازم واري
پروپيگنڊا کي منهن ڏيڻو پوندو ۽ قوميتن متعلق پنهنجي
خود مختياري واري پاليسيءَ کي عام ڪرڻو پوندو،
جي اسان انهيءَ ۾ ناڪام ٿياسين ته قوميتن جو اتحاد
متاثر ٿيندو ۽ ماڻهو ڪميونسٽ پارٽيءَ جي پاليسين تي
اعتماد نه ڪندا.

# باب چوٿون

## قومي اقليتن جي معاشي ۽ ثقافتي ترقيءَ ۾ مدد ڪريو.

قوميتن جي معاملي ۾ علاقائي خود مختياريءَ واري پاليسيءَ تي عمل ڪرڻ دوران، اسان کي هڪ ٻيو اهم فرض سرانجام ڏيڻو پوندو. اهو هي ته قومي اقليتن جي ثقافتي ۽ معاشي معاملن ۾ سندن هر ممڪن مدد ڪريون جيئن هو پنهنجو طرز زندگي ۽ معيار زندگي بلند ڪري سگهن.

ائين ڇو ڪرڻ گهرجي؟

جيڪڏهن ڪير اهو سمجهي ٿو ته اقليتي قومن لاءِ ظلم ۽ ڏاڍ جي نظام کان نجات حاصل ڪرڻ لاءِ صرف سياسي ۽ قانوني برابري ڪافي آهي، ته اهڙا ماڻهو ڀليل آهن. ڪي اهڙا موقعي پرست ماڻهو اڃان به موجود آهن جيڪي سمجهن ٿا ته قومي سوال جو اهم جز يعني قومي برابري، صرف هڪ قانوني تصور آهي. لينن ۽ ڪميونسٽ انٽرنيشنل ڪانفرنس انهيءَ سوچ

جي سختيءَ سان مخالفت ڪئي هئي. ليمن جو چوڻ
هو ته قومي برابريءَ جي حق جي بنياد تي قوميتن ۾
حقيقي ۽ سچي پچي برابري قائم ڪرڻ گهرجي اقليتي
قومون، سامراجي، رجعت پسند ۽ وڏي اڪثريتي قوم
تي ٻڌل حڪمران ٽولي جي ڏاڍ، ظلم، ڦر لٽ، دوکي
۽ دولاب جي ڪري ماضيءَ ۾ پيڙهجندا رهيا آهن.
انهيءَ ظلم ۽ ڏاڍ واري نظام هيٺ زندگي گذاري
انهن قومن جو معيار زندگي انتهائي ڪِري چڪو
آهي، ۽ ڀيو ڪجهه نه ڪري سگهيا، پر سندن دلين
۾ ته اڪثريتي قوم لاءِ نفرت جا جذبا پيدا ٿيا! جڏهن
ته اڪثريتي قوم پنهنجي حاڪم ٽولي جي مهربانين جي
ڪري لاڳيتو ترقي ڪندي ويئي ۽ سندن معيار زندگي
وڌيو بلند ٿيندو. نتيجو؟ اڪثريتي ۽ اقليتي قومن وچ
۾ نابرابري قائم رهي ۽ اهو تصور ۽ خيال ڏينهون
ڏينهن وڌندو ويو. انهيءَ نا برابريءَ کي ختم ڪرڻ
لاءِ اسان کي قومي اقليتن جي معاشي حالت سڌارڻ
لاءِ ۽ سندن ثقافتي حيثيت کي ترقي وٺرائڻ لاءِ جاکوڙ
ڪرڻي پوندي. جنهن وقت تائين نا برابريءَ جو ذري
ماتر تصور به قومي اقليتن جي دلين ۾ قائم رهيو،
انهيءَ وقت تائين قوميتن وچ ۾ ويڇا ۽ تضاد ۽ ايتري
قدر جو علحدگي پسنديءَ وارا خيال به موجود رهندا
توهان سمجهي سگهو ٿا ته اهڙن خيالن جي موجودگيءَ
۾ قوميتن جو اتحاد قائم نه رهي سگهندو، ائين نه ڪرڻ

گهرجي ته اسين اقليتي عوام جي متاهين طبقي کي جيڪي معاشي لحاظ کان اڪثريتي قوم جي برابري تائين پاڻ سان شامل رکون ۽ اقليت جي اڪثريت جيڪا ڏتڙيل ۽ پوئتي پيل آهي کي وساري، اهو سمجهون ته اسان قومي برابريءَ وارو حق ادا ڪري ڇڏيو. ياد رکو نهايت ايمانداري ۽ سچائيءَ سان اسان کي انهيءَ مقصد لاءِ ڪم ڪرڻو پوندو ۽ اهوئي ملڪ لاءِ ۽ هان قوم لاءِ بهتر آهي. انهيءَ سان گڏئي اهو به واضح ڪري ڇڏجي ته اسين خود ڪي صرف انهيءَ خيال تحت ئي ڏوهي نه ثابت ڪري سگهنداسين ته اسان ته ڪين هر قسم جي آزادي ڏني، پوءِ جي هو پنهنجي حالت سڌاري نه سگهيا ته اسين ڇا ڪريون؟؟ اهي قومون جيڪي صدين کان استحصالي ۽ ڦرلٽ واري نظام تحت پيڙهجنديون رهيون آهن، سي هاڻ صرف پنهنجي محنت ۽ پنهنجن وسيلن جي ذريعي هڪدم ترقي ڪيئن ڪري سگهنديون؟ ائين برابر آهي ته وٽن افرادي قوت آهي، سندن علائقا زرخيز ۽ مالا مال آهن پر سوچڻ اهو گهرجي ته ايترو ڊگهو عرصو سندن انهي قوت کي اسان استعمال تيئن ئي نه ڏنو ويو ۽ سندن وسيلن تي اسانجو ڪنٽرول رهيو ته هاڻ هڪدم هو صرف پنهنجي زور تي ڪهڙو ڪم ڪري سگهندا. اسانکي سندن وسيلن تي ڏاڍائي هٿ جو ڪجهه ته بدلو ڏيڻو پوندو ۽ اهو بدلو ائين ڏيڻي سگهجي ٿو ته اسين

پنهنجن اهڙن پاڙن جي هر ميدان ۾ مدد ڪريون.

سو، پنهنجي ملڪ کي ترقي وٺرائڻ لاءِ، نا قابل تسخير بڻائڻ لاءِ قومي اقليتن جي معاشي ۽ ثقافتي سطح تي مدد ڪرڻ پوري ملڪ جي عوام جو فرض آهي ۽ انهيءَ فرض ادا ڪرڻ ۾ اسان کي ڪنهن به قوم سان خاص سلوڪ، يا تعصب وارو ورتاءُ ڪرڻ کان بچڻو پوندو. سڀ قومون برابر آهن، ۽ اسانجا سڀ پاڙ هڪ جيتري توجه جا مستحق آهن. انهي معاملي ۾ مرڪزي حڪومت کي تمام اهم ڪردار ادا ڪرڻو آهي. جيئن ته پوري ملڪ جي معاشي ترقيءَ لاءِ جيڪي قدم کڻجن، يا تعليمي معيار بلند ڪرڻ لاءِ جيڪي اپاءُ ورتا وڃن، اهي پوري ملڪ ۾ يڪسان هجن. ملڪ ۾ جيڪي به قومون آباد آهن، تن کي هر معاملي ۾ ترقي ڪرڻ لاءِ رياست جي ڀرپور مدد ملڻ گهرجي. رياست ۽ رياستي حاڪمن جو فرض آهي ته هر قوميت جي نه صرف سياسي سجاڳيءَ لاءِ ڪم ڪن، پر ڪين معاشي ۽ ثقافتي ميدانن ۾ به ٻين ترقي ڪيل قومن جي برابر آڻي بيهارين. ها انهيءَ معاملي ۾ ايترو سو ضرور ڪجي ته جيڪي قومون وڌيڪ پيڇڙهيل ۽ وڌيڪ پوئتي پيل آهن، تن کي ٻين قومن کان وڌيڪ اهميت ڏني وڃي ۽ انهن لاءِ وڌيڪ امداد ڏني وڃي جيئن اهي جلد، ٻين قومن جي سطح تي پهچي وڃن. رياست تي تمام گهڻي ذميواري آهي ۽ حاڪمن کي نهايت سمجهه

کان کم وٺڻ گهرجي. انهن نہ ٿئي تہ رياست صرف گهڻ آبادي، گهٽي ايراضي ۽ اڳ ترقي ڪيل قومن جي مدد ڪري، اهو سوچي تہ ننڍيون قومون ڇا ڪنديون؟ جي اڪثريتي قومون، وڏن علائقن واريون قومون ملڪ سان شامل آهن تہ ملڪ قائم رهندو نہ تہ نہ! اها سوچ غلط آهي. ملڪ جي بقا لاءِ ننڍي ۾ ننڍي قوم جو خوش رهڻ بہ نهايت ضروري آهي. جي ڪنهن وقت اها ننڍي قوم حالتن کان مايوس ٿي ملڪ خلاف اٿي بيٺي تہ ملڪ جون بنيادون لڏي وينديون.

معاشي ۽ تعليمي ترقيءَ ڪانسواءِ اهو بہ رياست جو فرض آهي تہ هر قومي اقليتي علائقي ۾ صنعتون قائم ڪري، اڳ موجود صنعتن کي ترقي ڏيرائي.

۽ انهن صنعتن ۾ مقامي ماڻهن کي روزگار فراهم ڪري. انهيءَ سان هڪ تہ ملڪ ۾ محنتي ۽ مزدور طبقو مضبوط ٿيندو، خوشحال ٿيندو، روزگار جو مسئلو حل ٿيندو ۽ صنعتي ميدان ۾ گهڙڻ ڪري اقليتي عوام جلد پنهنجن پيرن تي بيهڻ جي قابل ٿي ويندو.

چيني ڪميونسٽ پارٽي ۽ حڪومت نهايت مستقل مزاجيءَ سان، نهايت ايمانداريءَ ۽ انصاف سان، تمام قومي اقليتن کي معاشي ۽ ثقافتي ميدانن ۾ ترقي ڪرڻ لاءِ هر ممڪن مدد فراهم ڪرڻ پنهنجو اولين فرض سمجهي ٿي. چيني عوامي جمهوريہ جي قائم ٿيڻ کانپوءِ هن وقت تائين رياست پنهنجا ڪيترائي تجربيڪار ڪارڪن مختلف

قوميتن وارن علائقن ۾ سندن معاشي ثقافتي ۽ صحت جي معاملن کي ترقي وٺرائڻ ۾ مدد ڏيڻ لاءِ موڪلي چڪي آهي، جن جو تمام سٺو نتيجو نڪتو آهي.

جن علائقن جو گذر سفر صرف زراعت تي آهي. ۽ اهي ڪجهه وقت اڳ تائين زراعت جا صدين پراڻا طريقا استعمال ڪندا هئا، تن جي مدد ڪرڻ لاءِ به بهتر پلاننگ ڪئي ويئي ۽ ڪين پوک جا جديد طريقا سيکاريا ويا، زرعي قرض ڏنا ويا، ماڊرن زرعي اوزار مفت يا انتهائي گهٽ قيمتن تي هارين ۾ ورهايا ويا ۽ سندن فصلن جي پيداوار کي انتهائي سٺن اگهن تي وڪرو ڪرڻ جا بندوبست ڪيا ويا. نه ته اڳ نه هارين کي قرض ملندو هو، نه ڪين پاڻ ملندو هو، پوک ڪرڻ جو طريقو اهوئي هزارين سال پراڻو هو ۽ سندن پيداوار پڳڙن مٺ جي عيوض ظالم جاگيردار کڻي ويندو هو. گذريل چند سالن کان رياست انهيءَ ڳالهه طرف به ڌيان ڏنو ته جيئن پاڻيءَ کي محفوظ رکي سگهجي ۽ برسات نه پوڻ ڪري يا ڏڪار جي صورت ۾ فصلن کي پاڻي ملي سگهي. اهڙا بند ٻڌا ويا ۽ ڪيترئي ون ٽي ٽيون شاخون ڪڍيون ويون، جن وسيلي پاڻي محفوظ به ٿيو ته دور دراز جي علائقن ۾ به هارين کي پنهنجي زمين جي اپ وسائڻ لاءِ ڪافي مقدار ۾ پاڻي ملي سگهيو. اهڙيءَ ريت سرڪار پنهنجي انهيءَ پاليسيءَ ڪري ملڪ ۾ پوک هيٺ ايندڙ ايراضيءَ ۾ تمام گهڻو اضافو

ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿي. صرف سنڪيانگ ۾ آزاديءَ
کانپوءِ ۱۹۵۳ تائين زرعي زمين کي وڌائي سادا اٺ
لک ايڪڙن جي حد تائين پهچايو ويو ۽ انهيءَ لاءِ
پاڻيءَ جو ذخيرو موجود ڪري ڏنو ويو. رياست انهن
ڳالهين کانسواءِ مختلف قسم جي قدرتي آفتن جي تمام
ڪارين جي صورت ۾ هر اقليتي عوام کي تمام گهڻي
۽ بروقت مدد پڻ ڪئي آهي. قدرتي آفتن تي
ڪنهنجو زور ڪونه ٿو هلي ڪنهن به وقت پوڏ اچي
سگهي ٿي، طوفان ۽ تمام گهڻو مينهن بيٺل فصلن ۽
زرعي زمين کي سخت نقصان رسائي سگهن ٿا، اهڙي
ڪنهن به صورتحال ۾ رياست غريب ۽ بي وس هارين
جي مدد لاءِ هڪدم اڳتي وڌي ٿي ته ڪٿي هو خود
کي نڌڪا نه سمجهن، نماڻا نه ٿين. صرف سڪيانگ
۾ قدرتي آفتن جي نتيجي ۾ رسيل نقصان کي منهن
ڏيڻ لاءِ حڪومت ۳۴ لک ۰۴ هزار پائونڊن جون
غذائي شيون امداد طور ورهايون ۽ انهيءَ کانسواءِ
تقريباً ڏيڍ ڪروڙ روپين جي برابر ماليت جو
ٻيو امدادي سامان ورهايو. حڪومت جي انهن
قدمن ۽ مددن جي ڪري زرعي علائقي جي اقليتي
عوام جي پيداواري جذبي ۾ تمام گهڻو واڌارو ٿيو
آهي ۽ جن جن علائقن ۾ زرعي سڌارن وارو عمل
مڪمل ٿي چڪو آهي، تن ۾ سوشلسٽ تبديلي اچي
وئي آهي، ۱۹۵۶ جي بهار جي فصل تائين گهڻي

ٻاڪي اقليتي علائقن ۾ سوشلسٽ امداد باهمي واري منصوبي تي عمل مڪمل ٿي ويندو. هن وقت ئي زرعي علائقن ۾ ٩٠ سيڪڙو هاري خاندان امداد باهمي واري ڪاميٽين ۾ شريڪ ٿي چڪا آهن. ۽ جتي اڃان اهو عمل ڪجهه سست آهي اتي به ١٩٥٦ جي آخر ۽ ١٩٥٦ جي بهار واري موسم جي شروع ۾ سوشلسٽ امداد باهمي جو ڪم شروع ڪري ڏنو. انهن امداد باهمي وارين ڪاميٽين تحت هارين جي ٻنا ڪنهن فرق ۽ ويڇي جي هر ممڪن مدد ڪئي ويئي جنهن ۾ پوک جي جديد طريقن جي تربيت، زرعي قرض، زرعي اوزارن جي فراهمي، پاڻيءَ جي ٻنا روڪ فراهمي، ٻج جي فراهمي ۽ سڀ کان وڌي ڳالهه ته سندن پيداوار جي مناسب اگهه تي خريداريءَ جا بندوبست شامل آهن، ۽ حڪومت جي انهن قدمن جي ڪري آزاديءَ کان اڳ واري حد جي مقابلي ۾ هن وقت پيداوار ۾ گهٽ ۾ گهٽ ٥٠ سيڪڙو واڌ اچي چڪي آهي.

اهي علائقا جتي جي عوام جو ڪاروبار ۽ گذر سفر جو ذريعو جانور پالڻ ۽ وڪڻڻ آهي. تن تي به حڪومت ڌيان ڏنو ۽ جانورن جي نسل وڌائڻ ۽ سندن پالنا لاءِ جديد طريقا اختيار ڪرڻ لاءِ تربيت جو بندوبست ڪيو، کين گهربل قرض مهيا ڪيا ويا، اهڙا علائقا ۾ ابراهيمون مخصوص ڪيون ويون جتي

صرف جانورن جي پالنا جي اجازت هئي، جانورن لاءِ بهتر ۽ سٺدن واڙاري لاءِ ضروري خوراڪ فراهم ڪئي ويئي، جانورن کي بيمارين کان بچائڻ لاءِ اپاءَ ورتا ويا ۽ مال وندين کي خصوصي تربيت ڏني ويئي. قدرتي آفتن کي منهن ڏيڻ لاءِ بندوبست ڪيا ويا، ۽ جيئن جيئن ملڪ ترقي ڪندو ويو تيئن تيئن صنعت، زراعت ۽ جانورن جي پالنا وارن ميدانن ۾ تعاون وڌي رهيو آهي ۽ انهيءَ ڪري ها صنعت ڏينهون ڏينهن ترقي ڪري رهي آهي ۽ مال وند خاندان نهايت تيزيءَ سان پنهنجن پيرن تي بيهڻ جي قابل ٿي رهيا آهن. حڪومت ڪيترن هنڌن تي نجي فارم کولڻ ۾ خواهش مندن جي مدد ڪئي آهي ۽ ڪيترائي فارم حڪومت جي تعاون سان کليا آهن ۽ انتي تجرباتي بنيادن تي ڪم ٿي رهيو آهي

پيلا ۽ وڻ، قومي زندگيءَ ۾ اهم ڪردار ادا ڪن ٿا، ۽ رياست انهيءَ معاملي ۾ به ڪن لاتار کان ڪم نه ورتو آهي. ٻيلن کي باهه کان محفوظ رکڻ، ٻيلن کان فائدو حاصل ڪرڻ، ٻيلن وارن علائقن ۾ رهندڙ مزورن جي سار سنڀال لهڻ ۽ ٻيلن کي وڌائڻ وارن ڪمن ڏانهن به خصوصي ڌيان ڏنو ويو آهي ۽ گذريل چند سالن دوران قومي اقليتي علائقن ۾ ٻيلن جي پيداوار ۾ تمام گهڻو اضافو ٿيو آهي.

آزاديءَ کان اڳ واري دور ۾ قومي اقليتي علائقن ۾ ڪابه صنعت موجود ڪونه هئي. انهيءَ ڪري اقليتي

عوام ۾ بيروزگاري تمام گهٽي هئي ۽ سندن علائقن ۾ ڪوبہ ترقيءَ جو ڪم نہ ٿي سگهيو هو. اڪثريتي علائقن ۾ بهرحال صنعتون موجود هيون ۽ کين هرڪا سهوليت ڏني ويندي هئي. ماضيءَ جي حڪومتن جو اهوئي خيال هو تہ جي اڪثريتي عوام ساڻن گڏ آهي تہ سندن اقتدار کي لهر نہ ڪو لوڏو. ۽ انهيءَ خيال تحت هو اقليتن جا حق غصب ڪندا رهيا، نيٺ اهائي ڳالهہ سندن ڪچيءَ ۾ پيئي ۽ اقليتي عوام اتحاد ڪري سندن تختا ڪيرايا. آزاديءَ کانپوءِ ڪميونسٽ پارٽيءَ ۽ رياستي حڪومت اقليتي علائقن ۾ صنعتون قائم ڪرڻ تي زور ڏنو. مقصد اهو هو تہ هر خود مختيار حڪومت پنهنجي علائقي جي عوام جي ڀلائيءَ لاءِ پنهنجي هٿان وٽان خرچ ڪري سگهي ۽ انهيءَ ڏس ۾ رياست تي گهڻو بار نہ پئجي، ظاهر آهي تہ رياست صرف پنهنجي مرڪزي وسيلن جي مدد سان تمام خود مختيار حڪومتن جو خرچ تہ نہ برداشت ڪري سگهي ها، ۽ گڏو گڏ سندس اها پاليسي بہ آهي تہ هر علائقي کي ترقي وٺرائجي. ۽ انهيءَ لاءِ جنهن بہ علائقي ۾ مخصوص خام مال موجود هو اتي اها صنعت لڳائي وئي. حڪومتن لاءِ هڪ مسئلو بيروزگاريءَ جو بہ هوندو آهي. جي عوام جي اڪثريت بي روزگار رهي ۽ حڪومت کين روزگار مهيا ڪرڻ جا وسيلا نہ فراهم ڪري سگهي تہ عوام حڪومت کان بدظن ٿيندو، منجهن محرومي

پيدا ٿيندي ۽ هو حڪومت کي پنهنجو نه سمجهندا. ڇا اها ڳالهه ڪنهن به حڪومت جي فائدي جي آهي؟ نه. يقيناً اها صورتحال هر حڪومت لاءِ هاڃيڪار آهي جنهن علائقي تي حڪومت ڪريو ٿا تنهن جي عوام جي تمام ذميواري توهان تي آهي. ۽ چيني ڪميونسٽ پارٽي اها ڳالهه سمجهي ٿي. انهيءَ مسئلي کي منهن ڏيڻ لاءِ قومي اقليتي علائقن ۾ ڏهاڙب صنعتون قائم ڪيون ويون. ۽ انهن ۾ ڪم ڪرڻ لاءِ مقامي ماڻهو ڀرتي ڪيا ويا. انهيءَ سان هڪ ته علائقي مان بي روزگاريءَ وارو معاملو ختم ٿيو ۽ ٻيو اهو ٿيو جو علائقي جي حڪومت کي پنهنجو ڪم هلائڻ لاءِ سرمايو به حاصل ٿيڻ لڳو. اڳي جي ڪنهن اقليتي علائقي ۾ صنعت قائم به ڪئي ويندي هئي ته اتي مزور ڪان وٺي مينيجنگ ڊائريڪٽر جي عهدي تائين تمام ڪم ڪندڙن جو تعلق هان قوم سان هوندو هو، جنهن سان مقامي عوام ۾ بي چيني ۽ محروميءَ جا جذبا پيدا ٿيا ۽ هان قوم سان سندن نفرت وڌي ويئي. هان قوم ماضيءَ ۾ جيڪا ترقي ڪئي آهي، ڪين جيڪا صنعتي ڄاڻ آهي. سا يقيناً مقامي ماڻهن کي نه آهي، پر انهيءَ جو سبب اهو نه آهي ته هو موڳا يا ڇُسا آهن، پر هنن لاءِ اهڙا موقعاڻي پيدا نه ڪيا ويا ته پوءِ ڪٿان ڪين تجربو حاصل ٿيندو. هاڻي ڪميونسٽ پارٽي ۽ رياستي حڪومت هان عوام جي اها ڄاڻ، علم ۽ تجربو، مقامي ماڻهن

کي تربيت ڏيڻ ۾ استعمال ڪري رهي آهي، هان ڪارڪن خوشيءَ سان پنهنجن پاڙن کي سڪيا ڏيئي رهيا آهن ۽ اقليتي عوام کي خاطري آهي ته جڏهن هو پنهنجن پيرن تي بيٺا، هان عوام پنهنجي گهر هليا ويندا، انهيءَ ڪري هو دل جان سان ڪم سکي رهيا آهن، محنت سان ڪم ڪري رهيا آهن ۽ هان برادر قوم لاءِ سندن دل ۾ عزت آهي. محبت آهي، ملڪ لاءِ احترام آهي، حُب آهي ۽ حاڪمن تي اعتماد آهي.

حڪومت هر قسم جون ننڍيون توڙي وڏيون سوين صنعتون اقليتي علائقن ۾ قائم ڪيون آهن ۽ ملڪ جي صنعتي پيداوار ۾ آزاديءَ کان چند سال پوءِ ئي تقريباً ٥٠ سيڪڙو واڌ اچي ويئي آهي، عوام خوشحال ٿي ويا آهن ۽ ڏينهن رات هڪ ڪري مادر وطن کي ناقابل تسخير بنائڻ لاءِ جدوجهد ڪري رهيا آهن.

جيتري قدر آمدرفت ۽ مواصلاتي سرشتي جو معاملو آهي ته انهيءَ ڏس ۾ به حڪومت جوڳا قدم کنيا آهن. مادر وطن چين جي سرزمين تمام وڏي علائقي تي پکڙيل آهي، انهيءَ ڪانسواءِ به ٻن شهرن کي رستن ۽ فون رستي ڳنڍڻ هر ملڪ جي اهم ضرورت آهي. عوام کي هڪ شهر کان ٻئي شهر تائين وڃڻ لاءِ زميني يا هوائي رستي ڳنڍڻ، زرعي صنعتي مال کي هڪ هنڌ کان ٻئي هنڌ تائين موڪلڻ لاءِ آمدرفت جي هر ممڪن سهولت هجڻ گهرجي ۽ اهو حق ملڪ جي ڪنهن

ڏورانهين سرحدي پرڳڻي جي عوام کي به اوتروئي حاصل آهي جيترو وڏن شهرن يا اڪثريتي پرڳڻن کي. حڪومت جو فرض آهي ته ملڪ جي هر علائقي جي عوام لاءِ اهي وسيلا مهيا ڪري ڏي. اهو طريقو صحيح نه آهي ته توهان صرف ڪنهن مخصوص پرڳڻي يا گهڻ آباديءَ واري اڪثريتي صوبي جي عوام لاءِ اهي سهولتون مهيا ڪري ڏيو، انهن کي ريل، روڊ، هوائي ۽ سامونڊي سفر جون سهولتون ڪري ڏيو باقي ٻئي ملڪ جا باشندا ڀلي پيا ڌڪا کائين، انهيءَ سان توهان جو واسطوئي ڪونه آهي. عوام جي هر طبقي ۽ هر علائقي جي عوام کي اهي سهولتون گهرجن ڇو ته ڪين خود ڪمن ڪارن سانگي هڪ هنڌ کان ٻئي هنڌ تائين وڃڻو پوندو آهي. پنهنجي مال کي هڪ هنڌ کان ٻئي هنڌ تائين پهچائڻ لاءِ ذريعا گهرجن، ۽ انهيءَ ڪري حڪومت جو فرض آهي ته اهي وسيلا به بنا فرق ۽ خصوصي ڌيان جي، هر شهر، هر ڪوٽ هر پرڳڻي جي عوام کي مهيا ڪري ڏجن. رياستي حڪومت سڄي ملڪ جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ ريلوي نظام جو ڄار وڇائي رهي آهي. ٻسو ڪجهه صوبي جو، ڪجهه رياست جو، مزدور مڪمل طور مقامي ۽ ماهر ڪجهه مقامي ڪجهه هان. جتي ڪٿي ڏسو ڪم هلي رهيو آهي، ڪيترن هنڌن تي ته مڪمل به ٿي چڪو آهي. ساڳي صورتحال روڊن جي آهي. ۽ نه صرف ايترو پر انهن رستن تي سفر جون تمام ضروري

سهولتون بہ مهيا ڪيون ويون آهن- گاڏين جا ڀاڙا انتهائي مناسب آهن انهن ۾ سفر ڪندڙن جي آرام جو مڪمل خيال رکيو ويو آهي. پنهنجي شهرين ۽ پرڏيهي مسافرن جي سهوليت لاءِ جابجا قدرتي ساڃهه تي حڪومت هر متاثر خاندان جي هرممڪن مدد ڪرڻ لاءِ تيار آهي. عملو مسافرن سان عزت ۽ احترام سان پيش اچي ٿو. ڪابہ لاقانونيت برداشت نٿي ڪئي ويندي پوءِ انهيءَ جو مرتڪب عملي جو ڪو ماڻهو هجي يا مسافر، ڪو آفيسر هجي يا عام ماڻهو- هوائي سفر جون سهولتون بہ ڀري پري جي شهرن جي عوام لاءِ مهيا ڪيون ويون آهن. ٽپال کاتو قائم ڪيو ويو آهي ۽ جتي ڪٿي تار گهر بہ موجود آهن جيڪي پنهنجا فرض باقائدي پورا ڪري رهيا آهن. ڪٿي بہ ڪا ڪوتاهي ٿئي ٿي تہ انهيءَ جي هڪدم پڪڙ ٿئي ٿي ۽ تحقيقات ڪري ذوماريءَ کي سزا ڏني وڃي ٿي-

رياست طرفان اڪثريتي علائقن سان گڏوگڏ اقليتي علائقن ۾ ڏورانهين سرحدي ڳوٺن ۽ شهرن ۾ بہ واپاري منڊيون قائم ڪيون ويون آهن جتي هارين جو فصل نهايت مناسب اگهہ تي خريد ڪيو وڃي ٿو ۽ انهن کي مڪمل طور جاگيردارن جي هٿن مان ڪسيو ويو آهي. اڳ اهي ويچارا اقليتي علائقن جا هاري پنهنجو مال کپائڻ لاءِ ميلن جا ميل ڪهي ڪري وڏن شهرن جي منڊين ۾ پهچندا هئا ۽ اتي کين پنهي هٿن سان لٽيو ويندو هو. پر هاڻي ائين ڪونہ آهي، هو جتي

آهن. اتي واپاري منڊي موجود آهي، حڪومت جي تعاون ۽ ڪرڙي نظر هيٺ اهو ڪاروبار ٿئي ٿو ۽ ڪوبہ، ڪنهن جو حق غضب نٿو ڪري سگهي. انهيءَ جي ڪري وقت جي بچت ٿئي ٿي ۽ هاري خوشحال ٿيا آهن. ڇا وقت جي بچت جي ڪري ملڪي زرعي پيداوار ۾ اضافو نہ ٿيندو؟ ضرور ٿيندو. اڳ هاري جيترو وقت پنهنجي مال جي وڪري لاءِ ضايع ڪندا هئا هاڻ اهو ساڳيو وقت پنهنجي زمين تي وڌيڪ محنت لاءِ ڪتب آڻين ٿا. زمين تي وڌيڪ محنت ٿيندي تہ فصل وڌيڪ ٿيندو ۽ فصل وڌيڪ لهندو تہ ملڪ اناج ۾ خود ڪفيل ٿي ويندو. انهيءَ مان فائدو ڪنهن کي؟ ملڪ کي... عوام کي.

عوام جي تعليم، مملڪت جي اهم ترين ضرورت آهي. ڇٺي سگهجي ٿو تہ ڏڪار جي صورت ۾، اناج جي اڻاٺ جي زماني ۾ ملڪ تڳي ويندو، پر جي علم جي اڻاٺ هوندي تہ ملڪ ڪڏهن بہ ترقي نہ ڪري سگهندو. ذهن قدرتي عطيو آهي. پر انهيءَ ذهن جي تربيت ضروري آهي. ڪاٺ تہ وڻ جي ٿڙ مان حاصل ٿي ويندو آهي پر اهو اڻ گهڙيل ڪاٺ ڪهڙي ڪم جو؟ واڍو جڏهن ان تي محنت ڪندو، ٿلهي بند کي چيري ان مان پٽيون ڪڍندو، پوءِ رندو هڻي انهيءَ کي لسو ڪندو، ۽ پوءِ ٺوڪي وڃائي ان کي ڪو روپ ڏيندو، پالش ڪندو تڏهن اهو ساڳيو بي شڪلو

ڪان ڪهڙو نه سهڻو ۽ وڻندڙ ٿيو پوي. انساني ذهن
کي به انهن مرحلن مان لنگهڻو پوي ٿو، ۽ تڏهن وڃي
انسان جون صلاحيتون ظاهر ٿين ٿيون. تعليم کان
وانجهيل انسان ڇڻ ته اندو، معذور جيڪو پنهنجي ذاتي
حيثيت ۾ نه ڪو ڪم ڪري سگهندو نه زندهه رهي
سگهندو. انهيءَ ڳالهه کي مدنظر رکندي رياستي حڪومت
مقامي حڪومتن جي تعاون سان جتي ڪٿي تعليم پهچائڻ
لاءِ پاڻ پتوڙي رهي آهي. صدين کان مادر وطن جي
اقليتي علائقن ۾ ڪو هڪ پرائمري اسڪول به ڪونه
هو. ماضيءَ جي رجعت پسند، حاڪمن قومي اقليتن
کي علم جي نعمت کان هميشه دور رکيو جيئن پنهنجو
ذهن منور ڪري، پنهنجن حقن جو احساس ٿيڻ کانپوءِ عوام
کانئن پنهنجا حق نه طلب ڪري. ڪميونسٽ پارٽيءَ جي
پاليسيءَ جو ته بنياد ئي اهو آهي ته هر شخص کي حق ملي.
علم حاصل ڪرڻ هر شخص جو حق آهي. اهڙوئي جهڙو به
ويلا ماني کائڻ. علم بنا انسان مثل جانور آهي. علم ۽ علم
جي جستجوءَ ته انسانن کي جانورن کان مختلف ڪيو آهي،
نه ته توهان پاڻ ڏسو جاهل انسان ۽ جانورن ۾ ڪو فرق ٿئي
ٿو ڇا؟ سو جنهن هنڌ پرائمري اسڪول به نه هئا،
اتي پرائمري اسڪول کوليا ويا آهن، جتي پرائمري
موجود هو اتي مڊل ۽ هاءِ اسڪول کوليا پيا وڃن ۽
جتي اهي موجود هئا اتي ڪاليج ۽ يونيورسٽيون پيون
قائم ڪيون وڃن. رياستي حڪومت، مقامي حڪومت،

جي سهڪار ساز انهيءَ ڳالهه تي به تمام گهڻو ڌيان ڏئي ٿي ته هر علائقي جي عوام کي يڪسان سهولت ملي ۽ تعليمي معيار هر علائقي ۾ ساڳيو رهي- ائين نه ٿئي جو وڏن شهرن ۽ اڪثريتي پرڳڻن کي وڌيڪ سهولتون ملن، تمام ضروري ساز سامان ملي ، لائبريري هجي ۽ تجربيڪار ۽ قابل استاد هجن پر اقليتي علائقن ۾ اهڙي ڪابه سهولت نه هجي. ملڪي معاملن ۾ ۽ خاص ڪري قومي سوال جتي موجود آهي، اتي حڪومت کي تمام گهڻو چوڪس رهڻ گهرجي ۽ اهڙو ڪو موقعو نه پيدا ٿيڻ ڏجي جو اقليتي عوام اهو محسوس ڪري ته ساڻن ٻئي يا ٽئين درجي جي شهرين وارو سلوڪ ٿي رهيو آهي ۽ اڪثريتي عوام تي خصوصي ڪرم نوازي ٿي رهي آهي ۽ ساڻن هر معاملي ۾ وي آئي پي سلوڪ ڀيو ڪيو وڃي- تعليم جو ميدان اهڙو آهي جنهن ۾ توهان جيتري به سيڙپ ڪريو ٿوري آهي، ۽ جيتري توهان سيڙپ ڪندا ملڪ کي اوترائي سٺا نتيجا ملندا. ڇا اقليتي علائقا ۽ منجهن رهندڙ عوام اسان جا ڀائر نه آهن؟ انهن ملڪ جي آزاديءَ واريءَ جدوجهد ۾ اسان سان ڪلهو ڪلهي سان ملائي، پير پير سان ملائي ٻانهن نه پتوڙيو هو ، رت نه وهايو هئو؟ جانين جو نذرانو نه ڏنو هو؟ ماءُ پنهنجي آئندي جي اجهي، پنهنجي پوڙهپڻ جي لٺ ، يعني جوان پٽ جي قرباني نه ڏني هئي؟ هائو انهيءَ ماءُ کي اسين ڪنهن به ماءُ

کان گهٽ درجو ڪيئن ڏيون؟ ڇا اهو مناسب آهي ته جڏهن اسان کي قربانين جي ۽ رت جي ضرورت هئي تڏهن اسان وٽ اڪثريتي ۽ اقليتي مائرن جي پٽن جي هڪ جيتري قيمت ۽ ويليو هئي، پر هاڻ جڏهن اسين آزاد ٿي چڪا آهيون تڏهن اسين ٻنهي مائرن ۾ فرق ڪريون! نه. ائين نه ٿيڻ گهرجي- ٻئي مائرون ڌرتي ماءُ وانگر آهن، پيڪنگ ۾ ڄڃو ان پيدا ٿيندو، منگوليا ۾ به اهڙوئي ٿيندو، ۽ ٻنهي هنڌن تي اسانکي هڪ جهڙي محنت تي ڪرڻي پوي، پاڻي ته ڏيڻو پوي، ياڻ ته ڏيڻو پوي، بالڪل اهڙي ريت ٻنهي مائرن جو اولاد مادر وطن چين لاءِ هڪ جيترو اهم آهي جي ملڪ تي ڏکيو وقت آيو ته ٻنهي مائرن جو اولاد وطن جي مٽيءَ جي عزت بچائڻ لاءِ پنهنجي جان جو نذرانو ڏيندو، تنهن ڪري اسان تي به فرض آهي ته ٻنهي مائرن جي پٽن لاءِ هڪجهڙي سهولت مهيا ڪريون- تعليمي سهولت ۽ معيار ۾ ڪو فرق، ڪو ويڇو، ڪو امتياز روا نه رکڻ گهرجي- هر علائقي جي عوام کي توهان يڪسان معيار مهيا ڪري ڏيو جيئن صبحاڻي تيار ٿي، علم جي دولت سان مالا مال ٿي اهي نوجوان پنهنجي زمين جي خدمت ڪن- ۽ هر علائقو انهيءَ معاملي ۾ پاڻ پرو هجي- جي توهان چاڻي ٻجهي ائين نه ڪيو ۽ اقليتي علائقي جي عوام تي، حڪومتي ڪاروبار هلائڻ لاءِ غير مقامي ماڻهو مڙهيا ته اقليتن جي همدردي ۽

اعتماد توهان تان ڪجي ويندو. ڇا اها صورتحال ملڪ لاءِ فائدي واري ٿيندي؟ چيني ڪميونسٽ پارٽيءَ جا ڪارڪن ۽ اڳواڻ چڱيءَ پر سمجهن ٿا ته اهو ملڪ لاءِ هاڃيڪار ٿيندو، تنهن ڪري هر علائقي کي يڪسان معيار مطابق تعليمي سهولت مهيا ڪئي پئي وڃي.

ساڳي صورتحال صحت جي معاملي ۾ به آهي. اقليتي علائقن ۾ بنيادي صحت مرڪز قائم ڪيا پيا وڃن، عورتن ۽ ٻارن لاءِ خاص مرڪز قائم ٿي رهيا آهن، وچڙندڙ بيمارين کان بچاءُ لاءِ هنگامي بنيادن تي اپاءَ ورتا پيا وڃن، تحرير، تقرير ۽ فلم جي مدد سان شهري توڙي ڳوٺاڻي عوام کي پنهنجو معيار زندگي بلند ڪرڻ، بيمارين کان بچاءُ ۽ بيماريءَ جي صورت ۾ انهيءَ کي منهن ڏيڻ متعلق تربيت ڏني پئي وڃي. عوام کي مفت ۾ هر قسم جي دوا، توڙي ڪٿي ڪيتري به مهانگي ڇو نه هجي ۽ صحت مرڪز ڪيترو به پري ۽ ڪيتري به ننڍي ڳوٺ ۾ ڇو نه هجي، مهيا ڪئي پئي وڃي. مطلب ته هر قسم جي علاج جي سهولت، هر عام ماڻهوءَ جي در تائين پهچائڻ لاءِ جاکوڙ ٿي رهي آهي.

اقليتي عوام جي ثقافت کي ملڪ واسين سان روشناس ڪرائڻ لاءِ ثقافتي ٽيمون ترتيب ڏيئي، پوري ملڪ جي دوري تي موڪليون وڃن، مقامي فلمن کي مختلف ٻولين ۾ ترجمو ڪري پوري ملڪ ۾ پيش ڪيو وڃي،

ريڊيو تان هر ٻوليءَ ۾ پروگرام نشر ڪيا وڃن ٿا، لوڪ ادب کي ترجمو ڪري پوري ملڪ ۾ پکيڙيو ويو آهي، اقليتي قومن جي ٻولين ۾ اخبارن، رسالن، ۽ ادبي ڪتابن جي ڇپائيءَ جي همت افزائي ڪئي ويئي آهي.

قومي اقليتي عوام جي معاشي ۽ ثقافتي حالت سڌارڻ لاءِ مٿي بيان ڪيل سمورا ڪم نهايت ايمانداريءَ سان، سچي لگن، خلوص ۽ نيڪ نيتيءَ سان، برابريءَ جي بنياد تي سر انجام ڏنا ويا آهن ۽ هن وقت به ڪم هلي رهيو آهي ساڳئي جوش ۽ خروش سان ۽ انهيءَ جي ڪري آزاديءَ وقت ورثي ۾ مليل اقليتن جو ڪيريل معيار زندگي آهستي آهستي نئون، وڌندڙ ۽ باوقار روپ اختيار ڪري رهيو آهي.

قومي نا برابري ختم ڪرڻ لاءِ ۽ قومي اقليتن جي معيار زندگيءَ کي بلند ڪرڻ لاءِ سندن معاشي ثقافتي ۽ سياسي زندگيءَ کي ترقي ڪيل قومن جي معيار جي برابر آڻڻ لاءِ بدستور اهانکي ساڳي محنت سان اڃان ڪيترو ئي عرصو ڪم ڪرڻو پوندو.

# باب پنجون

## اقليتي قومن جون رسمون ۽ مذهب

جهڙيءَ ريت قومن جي معاشي ثقافتي ۽ سياسي زندگيءَ وارا معاملا قومي سوال سان لاڳاپيل آهن، تهڙيءَ ريت مذهب ۽ ريتون رسمون پڻ چڱي چوکي اهميت رکن ٿيون. جيئن اسين معاشي، ثقافتي ۽ سياسي ميدانن ۾ قومي نا برابري ختم ڪرڻ لاءِ جاکوڙ ڪري رهيا آهيون ته جيئن اقليتي قومون اسان سان شريڪ رهن ۽ اسان تي اعتماد ڪن، تهڙيءَ ريت قومن جي ريتن رسمن ۽ مذهبي جذبن جو اسانکي احترام ڪرڻو پوندو. چيني ڪميونسٽ پارٽي ۽ مرڪزي عوامي حڪومت، مذهبي آزاديءَ جي قائل آهي ۽ اهو اسانجي آئين جو هڪ اهم نڪتو آهي جنهن تحت تمام قوميتون، پنهنجا جملي مذهبي فرض آزاديءَ سان پورا ڪري سگهن ٿيون ۽ هر مذهبي تهوار مذهبي جوش ۽ خروش سان ملهائي سگهن ٿيون. ڪميونسٽ پارٽي ۽ مرڪزي عوامي حڪومت بار بار اهو اعلان ڪري چڪيون

آهن ته مذهب متعلق سندن اها پاليسي انهيءَ وقت تائين قائم رهندي جيسيتائين چيني قومن ۾ مذهبن جا پيروڪار موجود آهن، ۽ پارٽي مذهبي جذبن جو احترام ڪرڻ سان گڏوگڏ سندن عقيدن کي تحفظ به فراهم ڪندي.

اسان جي ملڪ ۾ عام طور تي قومي اقليتون ڪنهن نه ڪنهن مذهب سان تعلق رکن ٿيون. اسلام ۽ ٻڌمت، ڪيترين ئي قومن کي متاثر ڪيو آهي، ۽ ڪيترن ئي هنڌن تي ته پوري قوم اسلام يا ٻڌمت جي پيروڪار آهي، انهيءَ ڪري چئي سگهجي ٿو ته قومي اقليتي علائقن ۾ مذهب، قومي سوال سان لاڳاپيل آهي ۽ قومن جي ايڪي ۽ وطن لاءِ سندن محبت کي قائم رکڻ خاطر، اسان کي سندن مذهبي خيالن جو احترام ڪرڻو پوندو. جيتوڻيڪ ڪميونسٽ پاڻ مذهبن تي اعتقاد ڪونه رکن ۽ ماديت پرست آهن، پر تڏهن به هو مذهبن جي تاريخ جي ڄاڻ رکن ٿا ۽ ڪين خبر آهي ته سندن ملڪي اقليتن سان گڏوگڏ دنيا جا ٻيا ڪيترا ملڪ آهن جيڪي مختلف مذهبن جا پيروڪار آهن. اڄ دنيا جي ايتري آبادي جا مذهبن جي پيروڪار آهي تنهن جو ڪميونسٽن جي ذهن مطابق اهو سبب آهي ته مذهب انساني ذهن تي ڇانيل اڻ ڏٺل وجودن جي خوف جي پيداوار آهي، جنهن جا بنياد پراڻي سماجي جوڙجڪ جي وهمي وايو منڊل ۾ کتل آهن،

اهي طبقاتي سماجن جي چڪتاڻ دوران وڌيا ۽ استحصالي طبقن جي مفاد ۾ هجڻ ڪري تمام جلد ترقي ڪري ويا. پر اسين پنهنجا خيال ٻين تي مڙهي نٿا سگهون. جهڙيءَ ريت مسلمان مبلغ، ٻڌمت جا لاما ۽ عيسائي مشنري پنهنجي پنهنجي مذهبن جي ترقيءَ لاءِ تبليغ ڪن ٿا تيئن اسين به پنهنجي لاديني خيالن کي سڄي ملڪ ۾ پکيڙي سگهون ٿا. پوءِ ڪير انهن کي قبول ڪري ۽ بدستور پنهنجي مذهب سان وفادار رهڻ ٿو چاهي ته اسين ڪانئس اهو حق کسي نٿا سگهون ۽ نه ئي کيس پنهنجي برادريءَ مان خارج ٿا ڪري سگهون ڇو ته ائين ڪرڻ سان اسين ڪنهن قوم جون همدرديون وڃائي ويهنداسين. انهيءَ سان گڏ اها تلقين ڪرڻ به ضروري آهي ته اجايو ۽ ھلڪڙائي وارو پروپيگنڊا ڪرڻ کان اسان کي پاسو ڪرڻ گهرجي. انهيءَ طريقي سان اسين نه ته اقليتن جي دل مان سندن مذهبي جذبا ۽ محبت ڪڍي سگهون ٿا ۽ نه کين پنهنجن خيالن جو پابند بڻائي سگهون ٿا. اسان کي ان وقت تائين جيسيئن چين جون سڀ اقليتون ڪميونسٽ نظرين تي عمل نٿيون ڪن، منجهن سامراج دشمن ۽ حب الوطنيءَ وارا جذبا وڌائڻ لاءِ ڪم ڪرڻ گهرجي، ڇو ته اسان جو بنيادي مقصد اقليتن کي ڪميونسٽ نظريا قبول ڪرڻ تي مجبور ڪرڻ نه آهي. پر ملڪ جي سلامتي ۽ ترقي آهي مذهبي طبقا، ۽ مذهبن جا پيروڪار به

اوترائي محب وطن هوندا آهن جيترا پيا. مذهب جي تبليغ ۾ ملڪ جي محبت ضرور هوندي آهي، ملڪ جي دشمنن جا هو به دشمن هوندا آهن، ملڪ جي ترقي ۽ واڌاري جي خواهش اهي به رکندا آهن باقي مذهب جي تبليغ ڪندا آهن ۽ زندگيءَ متعلق انهن جو پنهنجو مخصوص نڪته نظر آهي- جي هو ڪنهن اڻ ڏٺل قوت کان ڊڄن ٿا ۽ ان جي عبادت ڪن ٿا ته انهيءَ سان پاڻ کي ڪهڙو نقصان ٿو رسي! ضرورت صرف انهيءَ ڳالهه جي آهي ته مذهب پرست طبقا اسان جي ڪم ۾ دخل نه ڏين، اسين ملڪ جي ترقيءَ لاءِ جيڪي قدم کڻي رهيا آهيون تن جي معاملي ۾ مداخلت نه ڪن، اهي رجعت پسند جيڪي ملڪي معاملن ۾ اسان جي محنت کي خلاف مذهب قرار ڏين ته پوءِ انهن سان اسانکي جنگ جوٽڻي پوندي، باقي جيڪي صرف پنهنجي ڪم سان ڪم رکن ٿا ۽ صرف پنهنجي مذهب جي تبليغ تائين محدود رهن ٿا، سياسي ۽ ملڪي معاملن ۾ دخل اندازي نٿا ڪن ۽ وطن لاءِ اسان جي ڪوششن جي ساراهه ڪن ٿا ته انهن جي معاملن ۾ پوءِ هرويرو ٽنگ اڙائڻ اسان لاءِ به مناسب نه آهي ڪومنتانگ دور ۾، حڪومت، مذهب ۽ انهن مذهبي مبلغن کي قومتين جا حق غصب ڪرڻ لاءِ استعمال ڪيو ويو. هارين ۽ مزورن جا حق کسڻ لاءِ استعمال ڪيو ويو. ڪو به مزور، هاري يا ڪابه قوم پنهنجن جائز حقن جي حصول

لاءِ آواز اٿاريندي هئي ته هي مذهبي مبلغ، "مذهب خطري ۾ آهي" مذهب کي بچايو، جا نعرا ڪڍي بلند ڪندا هئا ۽ پنهنجن حقن جي حصول کي خلاف مذهب قرار ڏيندا هئا. ڏتڙيل ۽ پيڙهيل طبقا جي ماضيءَ ۾ مذهب کان بيگانا ٿيا يا هڪ مذهب کان ٻئي مذهب ۾ منتقل ٿيا ته انهيءَ جو سبب اهوئي هو جو غريب عوام، مذهبن کي صرف اميرن کي تحفظ ڏيندڙ سمجهيو. جڏهن نه سمجهو ۽ علم رکندو مبلغ چڱيءَ پر چاڻن ٿا ته قومي آزاديءَ ۽ هارين مزورن جي غصب ڪيل حقن لاءِ آواز بلند ڪرڻ، اهي حق حاصل ڪرڻ لاءِ جدوجهد ڪرڻ، عين مذهب مطابق آهي ۽ مذهب، ڪو به مذهب در اصل اميرن جي سرپرستي ڪونه ٿو ڪري، اهي ته اسان جهڙا انسان مبلغ آهن جيڪي پنهنجي پيٽ خاطر، پنهنجن آقائن کي خوش ڪرڻ خاطر سندن مرضيءَ مطابق مذهبي تعليم کي استعمال پيا ڪندا آهن. مذهبي مبلغن جو ڪم آهي تبليغ ڪرڻ اسان جو ڪم آهي استحصالي طبقن خلاف جهاد ڪرڻ. مبلغ اسان جي ڪم ۾ دخل اندازي نه ڪن، اسين سندن ڪم ۾ دخل اندازي نه ڪنداسون ۽ هر مذهب جو احترام ڪنداسون، ڪميونسٽ پارٽيءَ مذهبي آزادي جي پاليسيءَ تي عمل ڪندي، مذهبي گروهن ۾ موجود ملڪ دشمن ۽ سامراج دوست طبقن جي نشاندهي ڪئي ۽ مذهبي گروهن کي پاڪ صاف رکيو، ۽ اهڙيءَ ريت

لکين مذهب پرست قوم پرستن جي آزاديءَ کي تحفظ حاصل ٿيو ۽ عوامي جمهوري متحده محاذ جي پليٽ فارم تي تمام مذهب پرست محب وطن عوام کي متحد ڪيو ويو ۽ انهيءَ کانسواءِ سوشلسٽ سڌارن جي نفاذ وقت انهن ماڻهن کي سندن رهڻي ڪهڻيءَ جا مسئلا حل ڪرڻ ۾ مدد ڏني، جنهن سان مذهبي ۽ غير مذهبي عوام جي طبقن ۾ اڻ ٽٽندڙ ايڪو قائم ٿيو. انهيءَ سان گڏوگڏ اسان کي اهو به ڏسڻو آهي ته ٽين دنيا جي ملڪن ۾ اسلام ۽ ٻڌمت جا تمام گهڻا پوئلڳ موجود آهن، ۽ اسانکي صرف داخلي استحڪام لاءِ ڪم ناهي ڪرڻو، ملڪ جي حيثيت ۾ زنده رهڻ لاءِ اسانکي دنيا جي ملڪن سان سٺا ناتا پڻ رکڻا پوندا. ۽ جي مذهبن جي پوئلڳن سان اسان جو رويو سخت ۽ امتيازي رهيو ته انهن ملڪن سان اسان جي ناتن کي ڌڪ لڳندو، جيڪو پڻ ملڪ لاءِ سٺو نه ثابت ٿيندو. مقصد ته جيڪي ڪجهه مٿي بيان ڪيو ويو آهي تنهن جو تت اهو آهي ته اسان کي ديانت داريءَ سان مذهبي جذبن جو احترام ڪرڻو پوندو، مذهبي گروهن کي درپيش مسئلا، اهڙي ئي تندهيءَ سان حل ڪرڻا پوندا جيئن ڪميونسٽ قوميتن جا. قابل احترام ۽ چاتل سچاتل مذهبي حيثيتن کي ايڪو قائم ڪرڻ جي ترغيب ڏيڻي پوندي ۽ مذهبي گروهن ۾ موجود وطن پرست، سامراج دشمن قوتن کي تربيت ڏيڻي پوندي، جيئن اهو

طبقو به ملڪ جي ترقيءَ لاءِ ڪارائتو ثابت ٿئي. ۽ مذهبي گروهن ۾ موجود سرڪش، بي لغام ۽ انقلاب دشمن طبقي جي سرگرمين تي ڪڙي نظر رکجي ۽ سندن خلاف قانون، خلاف رياست ۽ خلاف عوام ڪارروايون کي وقت سر پنجو ڏنو وڃي. صرف اهوئي طريقو آهي جنهن تحت وطن پرست مذهبي گروهه متحده عوامي محاذ ۾ شامل ٿيندا ۽ جمهوري انقلاب ڪامياب ٿيندو.

انسان جي طرز زندگيءَ ۽ اٿڻ ويهڻ، رنج ۽ خوشي، شادي ۽ غميءَ جي موقعن تي مختلف قومن جون ريتون رسمون مختلف هونديون آهن. خوشيءَ جي اظهار جو طريقو هر قوم ۾ ساڳيو ڪونه هوندو، اهڙيءَ ريت غم جي موقعي تي به سندن ڪردار مختلف هوندي آهي. انهيءَ ڪانسواءِ به زندگيءَ جا پيا جيڪي انيڪ مسئلا آهن تن متعلق هر طبقي، هر گروهه، هر قوم جو مختلف نڪته نظر هوندو آهي. چين جيئن ته هڪ گهڻ قومي ملڪ آهي، ۽ هر قوم جون پنهنجون ريتون رسمون آهن ۽ انهن رسمن رواجن سان هر قوم کي جذباتي وابستگي هوندي آهي. هو اهو نه چاهيندا آهن ته سندن رسمن رواجن کي ننديو وڃي يا ڪين انهن کان روڪيو وڃي. اسانکي پنهنجي مختلف قومن جي مختلف ريتن ۽ رسمن جو احترام ڪرڻ گهرجي ۽ سندن نجي زندگيءَ جي معاملن ۾ غير ضروري مداخلت کان پرهيز ڪرڻ گهرجي.

اقليتي عوام جي ريتن رسمن ۽ رهڻي ڪهڻيءَ جي طور طريقن کي ٿلهي ليکي ٻن درجن ۾ ورهائي سگهجي ٿو ۽ پوءِ پنهنجي آئين مطابق ۽ عوامي خواهشن کي نظرن آڏو رکي اسان کي انهن متعلق پنهنجي رويي جو فيصلو ڪرڻ گهرجي. (١) اسانکي اهڙين ريتن ۽ رسمن کي ترقي وٺرائڻ گهرجي ۽ انهن تي عمل ڪرائڻ لاءِ اقليتن جي همت افزائي ڪرڻ گهرجي جيڪي قومي ترقي ۽ پيداوار لاءِ فائدي مند هجن جهڙوڪر، همت ۽ بهادريءَ جا مظاهرا، جنگي جذبو، ڪم جو شوق، سر ۽ سنگت سان محبت، ازدواجي معاملن ۾ آزادي وغيره انهن رسمن جو عملي مظاهرو، عوام ۾ جوش ۽ خروش پيدا ڪري ٿو، ۽ انهيءَ سان سندن پيداواري قوت وڌي ٿي، تنهن ڪري انهن تي عمل ڪرڻ لاءِ سندن همت افزائي ڪرڻ گهرجي. ڪين اهڙا موقعا فراهم ڪري ڏجن جتي هو پنهنجن جذبن جو اظهار ڪري سگهن. اهڙا ميلا منعقد ڪرائجن جتي بهادر، همت ۽ شجاعت جو کلي عام مظاهرو ڪري سگهن، اهڙا ثقافتي اسٽيج شو ترتيب ڏنا وڃن جتي سر ۽ سنگيت جو مظاهرو ڪيو وڃي. ڪين اها آزادي فراهم ڪئي وڃي ته هو پنهنجي شريڪ سفر جي چونڊ پاڻ ڪري سگهن. اهي سڀ ڳالهيون اهڙيون آهن جن سان عوام کي خوشي حاصل ٿئي ٿي ۽ ڪنهن کي ڪو نقصان نٿو رسي. انساني ذهن خوش آهي ته سندس وجود جو

ذرو ذرو خوش ٿو ھجي ۽ جڏھن ھو خوش ھوندو آھي
تہ ڪم گھڻو ڪندو آھي، محنت گھڻي ڪندو آھي،
جنھن سان مادر وطن کي فائدو رھندو.

ريتن رسمن جو ٻيو درجو اھو آھي جيڪي عوام
جي اخلاق ۽ ڪردار کي برائي ڏانھن مائل ڪنديون
ھجن، يا جن سان سندن صحت متاثر ٿيڻ جو خطرو
ھجي، يا جن سان ڪنھن لحاظ کان قومي پيداوار تي
خراب اثر پوندو ھجي تہ انھن رسمن کي روڪڻ ضروري
آھي، پر ڏہاڙ ۽ ڏڪڙي داٻ سان اھو مسئلو حل نہ
ٿيندو. انھيءَ لاءِ اسانکي گھڻو عرصو انتظار ڪرڻو
پوندو. ياد رکڻ گھرجي تہ اھي ريتون ۽ رسمون
سوين سال پرائيون آھن تن کي توھان جھٽ پٽ ختم
نہ ڪرائي سگھندا. آھستي آھستي عوام ۾ اھا تعليم
عام ڪجي تہ ڪھڙي رسم ڪيئن ڪھڙو نقصان پھچائي
رھي آھي. پيار ۽ محبت ۽ خلوص سان توھان کي
نيت انھيءَ مقصد ۾ ڪاميابي حاصل ٿيندي انھيءَ قسم
جي رسمن جو ھڪ مثال ھتي پيش ڪجي ٿو "ھيٺان"
علائقي جي "لي" قوم ۾ ريت آھي تہ جڏھن سندن
ڇوڪريون تيرھن چوڏھن سالن جون ٿينديون آھن تہ
مائٽ انھن لاءِ ھڪ ڌار ڪمرو ٺھرائيندا آھن جتي
ڇوڪريون پاڻ سان شاديءَ جي خواھشمند ڇوڪرن
سان آزاديءَ سان ملي سگھنديون آھن. اھا رسم قوم
جي ڇوڪرين جي ڪردار کي خراب ڪري ٿي، تنھن

ڪري انهيءَ کي روڪڻ ضروري آهن، پر ڪئين صديون پراڻي رسم کي، جنهن کي اها قوم خود برو نٿي سمجهي، اٿين جلد ختم نٿو ڪري سگهجي. انهيءَ لاءِ ذهني اصلاحي تعليم ضروري آهي. مختلف طريقن سان، ديانتداري ۽ خلوص سان، پيار ۽ محبت سان کين اهو سمجهائڻو پوندو ۽ احساس ڪرائڻو پوندو ته فلاڻي مخصوص رسم خراب آهي ۽ ان جو خود سندن ڪردار تي ۽ ملڪ جي ساک تي به برو اثر پئجي رهيو آهي. تنهن ڪري انهيءَ کي ترڪ ڪرڻ گهرجي اهو سمجهڻ ۽ احساس ڏيڻ ۾ ڪافي وقت لڳندو، ۽ اهو سمورو وقت اسانکي باوقار طريقي سان صبر ڪرڻو پوندو ۽ نتيجن ڏسڻ لاءِ طويل انتظار ڪرڻو پوندو. انهيءَ عرصي ۾ توهان پنهنجي ناپسنديدگيءَ جو اظهار ڪڙي زبان سان نه ڪري سگهندا، ڇو ته جنهن وقت توهان جي انداز ۾ جارحيت ۽ ضد جو عنصر شامل ٿيو، سامهين طرف کان به ساڳيو رويو اختيار ڪيو ويندو ۽ ڳالهه وينديي بگڙجي. انهيءَ ڪري ڊگهو عرصو انتظار ۽ اصلاحي تعليم جو جاري رهڻ ڏي صحيح طريقي ڪار آهي.

---

# باب ڇهون

## قومي اقليتي علائقن ۾ سوشلسٽ سڌارا

قومي اقليتي علائقن ۾ سوشلسٽ سڌارا آڻڻ ڇو ضروري آهن؟ انهيءَ ڪري جو قومن تي لاڳو ظلم ۽ ڏاڍ واري نظام جي جاءِ تي قومي برابري واري نظام جي نفاذ جون صرف ڳالهيون انهيءَ لاءِ ڪافي نه آهن ته کين حق ملي ويا. انهيءَ نظام لاڳو ٿيڻ ڪري استحصالي قوتن جي طاقت گهٽي آهي ۽ کين ڪم ڪرڻ ۾ ڏکيائي ٿيندي، باقي برابري واري حالت تي پهچڻ لاءِ سڄي قوم کي جدوجهد ڪرڻي پوندي ۽ هر قوميت جا برابريءَ وارا حق کين تڏهن ئي ملي سگهندا جڏهن ملڪ ۾ حقيقي سوشلسٽ سماج قائم ٿي ويندو. ملڪ ۾ سوشلسٽ تبديليءَ جو مقصد آهي قومي اقليتن جي عوام جي اڪثريت کي ظلم ۽ ڏاڍ ۽ استحصالي نظام کان نجات ملي، سندن پيداواري صلاحيتون وڌن ۽ سندن معيار زندگي بلند ٿئي.

لينن، پنهنجي ”قومي ۽ نوآبادياتي سوالن متعلق

مضمون" ۾ انهيءَ مسئلي متعلق واضح لفظن ۾ چيو
آهي ته قومي ۽ نوآبادياتي سوال متعلق ڪميونسٽ
انٽرنيشنل جي پاليسيءَ جي بنيادي ضرورت اها آهي ته
هر قوم ۽ ملڪ جا پرولتاريه ۽ مزدور طبقو، زميندارن،
جاگيردارن ۽ سرمايه دارن کي تباهه ڪرڻ لاءِ انقلابي
جدوجهد ۾ گڏجي، متحد ٿي اڳتي وڌن. صرف اهڙي
قسم جي مضبوط ۽ اڻ ٽٽندڙ ۽ وسيع اتحاد وسيلي
سرمايه دار طبقي تي غلبو حاصل ڪري سگهجي ٿو، ۽
سرمايه داري نظام جي مڪمل خاتمي کان اڳ اهو
ممڪن ٿي نه ٿيندو ته قومي اقليتن کي برابريءَ جي
بنياد تي حق ملي سگهن، انهيءَ ڪانسواءِ اهو به ياد
رکڻ گهرجي ته ملڪي استحڪام ۽ قومين جي اتحاد
جي حمايت انهيءَ وقت تائين نٿي ڏيئي سگهجي جيسين
سوشلسٽ سماج جي تعمير لاءِ گڏجي جاکوڙ نه ڪبي.
جي تمام قومون انهيءَ ڪم ۾ هٿ نه ونڊائينديون ته
سوشلسٽ سماج جي تعمير اڌوري رهجي ويندي ۽ اهڙي
صورت ۾ ملڪ ۾ حقيقي برابريءَ وارو نظام قائم نه
ٿي سگهندو انهيءَ ڪري ضروري آهي ته سوشلسٽ
سڌارن کي هر قوم جي معاملن ۾ نافذ ڪيو وڃي ۽
انهن تي عمل ڪيو وڃي. ملڪ جي اڪثريتي توڙي
اقليتي عوام جي گهٽائي، انهن سڌارن تي عمل ڪرائڻ
۾ رياست جي مدد ڪندي. سواءِ اهڙن آڳرين تي
ڳڻڻ جيترن انسانن جي چند گروهن جي، جيڪي انهيءَ

عمل جي مخالفت ڪندا ۽ اهي آهي ماڻهو آهن جيڪي هر حال ۾ عوام کي ظلم ۽ ڏاڍ واري نظام تحت رکڻ چاهين ٿا.

هاڻي مسئلو آهي طريقي ڪار جو. اهو ته طئي آهي ته سوشلسٽ تبديليءَ ڪانسواءِ اسين پنهنجا حقيقي مقصد حاصل نٿا ڪري سگهون. اها سوشلسٽ تبديلي ملڪ ۾ آڻجي ڪيئن؟ ملڪ جي حالتن جو جائزو وٺي، ۽ عوام جي مزور هاري ۽ اوچي طبقي وچ ۾ موجود مفاهمت، پڌي ۽ ايڪي واريءَ فضا ۾ انهيءَ تبديليءَ ڏانهن وک وڌائڻ لاءِ پرامن ذريعا اختيار ڪرڻ کپن! پرامن ذريعن جي وڪالت ڪرڻ جو اهو مقصد نه آهي ته طبقاتي جدوجهد ڪجي ٿي ن.- طبقاتي جدوجهد ته جهڙوڪر اسانجي عام زندگين جو هڪ اٽر باب آهي . طبقاتي فرق مٽائڻ لاءِ ته اسان هيءَ ايڏي طويل ۽ صبر آزما جدوجهد ڪئي آهي. اوچن طبقن کي ختم ڪرڻ ۽ سڀني انسانن کي هڪ برابريءَ واري طبقي ۾ تبديل ڪرڻ اسان جو بنيادي مقصد آهي، باقي انهيءَ مقصد ماڻڻ لاءِ اسين ڪهڙو طريقو ٿا اختيار ڪريون سو قوميتن جي مخصوص حالتن کي ڏسي فيصلو ڪرڻ گهرجي.- ڪٿي اوچي طبقي خلاف کلم کلا جنگ ڪرڻ ضروري هوندي آهي ۽ ڪٿي وري پر امن ذريعن سان ئي مقصد حاصل ٿيو وڃي.- اسين جنهن طويل جدوجهد مان لنگهي موجوده مقام تي پهتا آهيون ۽

استحصالي طبقن کي حکومت جي ايوانن مان ڪيڻ ۾ ڪامياب ٿي ويا آهيون، تنهن ڪري اوچو طبقو اڳ ئي شڪست کاڌل آهي ۽ هاڻ ضروري نہ آهي تہ اسين هن مرحلي تي بہ بافائده جنگ جوٽيون.

طريقي ڪار ڪانسواءِ وقت جو تعين بہ اهميت ٿو رکي. ڪن علائقن ۾ صورتحال اهڙي آهي جو هڪدم ڪم شروع ڪري سگهجي ٿو ۽ ڪن هنڌن وري اچان اهڙي صورتحال سازگار نہ آهي. اتي صبر کان ڪم وٺندي، عوام کي تعليم ڏجي، ۽ وقت اچڻ جو انتظار ڪجي ۽ جڏهن ڏسجي تہ وقت اچي ويو آهي تہ پوءِ مناسب رفتار سان، مناسب طريقي سان ڪم ڪجي. هان ڪارڪنن کي انهيءَ معاملي ۾ مدد ڏيڻ گهرجي ۽ قومي اقليتي ڪارڪنن کي سکيا ڏيڻ کپي.

اها ڪا لڪل ڳالهہ نہ آهي تہ پرامن تبديليءَ جو نشانو استحصالي، اوچو طبقو ٿيندو. پر صورتحال جي وضاحت ضروري آهي. استحصالي طبقي سان تعلق رکندڙ عنصر جيئن جاگيردار، سرمايہ دار ۽ اوچي طبقي جو حصو هوندا آهن ۽ مذهب کي استحصال لاءِ ۽ پنهنجي عمل کي صحيح ثابت ڪرڻ لاءِ استعمال ڪندا آهن، انهن ۽ مزور طبقي ۾ فرق ۽ ويڇي کي صرف سوشلسٽ اصلاحن ذريعي ختم ڪري سگهجي ٿو. انهن سان هر حال ۾ جنگ جوٽڻ صحيح سوچ نہ آهي، اهو بہ ممڪن آهي تہ انهن سان بحث مباحثا ڪجن،

منجهن احساس پيدا ڪرڻ جي ڪوشش ڪجي، سندن لڪل انسانيت کي سجاڳ ڪرڻ جي ڪوشش ڪجي ۽ دليلن سان کين قائل ڪرڻ جي ڪوشش ڪجي۔ پر امن طريقي ڪار تي عمل ڪرڻ جو فائدو اهو ٿيندو جو استحصالي قوتون زور شور سان مزاحمت نه ڪري سگهنديون، ضد ڪونه پيدا ٿيندو، ڌاريائپ ۽ مذهبي فتني بازيءَ کان بچڻ ممڪن ٿيندو. اهو صحيح آهي ته پرامن طريقو هڪ ڊگهو رستو آهي، ڏکيو ۽ منجهيل آهي، پر مسئلي کي حل ڪرڻ لاءِ ڪارائتو پڻ اهوئي رستو ثابت ٿيندو، نه ته ٿي سگهي ٿو اسين مقصد حاصل ڪرڻ لاءِ جلد بازيءَ کان ڪم وٺون ۽ نشان گسي وڃي- انهيءَ سان پاڻ مسئلي جي حل لاءِ جيڪو وقت گهربل آهي تنهن ۾ اضافو ٿي ويندو.

پر امن طريقي ڪار دوران هڪ ته بحث مباحثي ذريعي، ۽ ٻيو مزدور هاري عوام کي فعال بڻائي، کين منظم ڪري، تربيت ڏيئي طبقاتي جدوجهد ۾ مشغول ڪجي ۽ جتي ضروري هجي کين هٿيار بند ڪري، مٿن اعتبار ۽ اعتماد ڪندي، هيٺين طبقي کان وٺي مٿين طبقي تائين، ۽ مٿين طبقي کان هيٺين طبقي تائين، سڀني کي پاڻ سان گڏ وٺي هلجي، گڏوگڏ اوچي طبقي جي عوام ۽ هاري مزدور طبقي جي نمائندن وچ ۾ وقت بوقت گڏجاڻيون ٿين ۽ بحث مباحثا ڪرائجن- صرف نالي خاطر بحث نه ٿئي، پر ٻئي

ڏريون نهايت سچائيءَ سان بحث ۾ حصو وٺن ۽ هڪٻئي کي قائل ڪرڻ جي ڪوشش ڪن. انهن بحث مباحثن ذريعي، نيٺ اوچي طبقي جي عوام کي قائل ڪري سگهبو. انهيءَ بحث مباحثي دوران، ڪنهن ڳالهه تي پهچڻ لاءِ اهو به ضروري آهي ته اوچي حيثيت جي ساٿين کي اها خاطري ڏجي ته سندن مقام ۽ عزت برقرار رهندي، ٻنهي طرفن کان باهمي مفاهمت جي جذبن جو موجود هجڻ ۽ انهن جو اظهار ضروري آهي. مفاهمت جي جذبي کانسواءِ اهي بحث مباحثا فضول آهن. بحث مباحثي ۾ هاري مزور طبقي کي ٻنهه سخت رويو اختيار نه ڪرڻ گهرجي، ۽ ڪاوڙ ۽ ضد کان خود کي بچائنجي- نه ته مفاهمت نه ٿي سگهندي ۽ مسئلو حل نه ٿي سگهندو. انهيءَ کانسواءِ اها ڳالهه به ذهن ۾ رکجي ته اسانجي ڪم ۾ جتي به ڪا خامي يا کوٽ ٿي، انهيءَ جو دور ۽ درست ٿيڻ تقريباً ناممڪن ٿيندو- ۽ جي اهڙي ڪا صورت پيدا ٿي ته عوام جي اعتماد کي بحال ڪرڻ به ڏکيو ٿيندو- انهيءَ ڪري پنهنجي ڪم کي مضبوط بنيادن تي اڳتي وڌائڻ ۽ غلطين کان خود کي بچائڻ خاطر چڱيءَ ريت تحقيق ۽ کوجنا ڪري، طريقي ڪار جو صحيح يقين ڪري، مناسب وقت جو انتخاب ڪري، ڪم شروع ڪجي، ۽ پوءِ حقيقت پسنديءَ سان ڪم کي اڳتي وڌائجي.

هن وقت تائين گهٽي پاڳي قومي اقليتي علائقن

۾ سوشلسٽ سماج ڏانهن پيش قدمي نهايت ثابت قدميءَ سان ٿي رهي آهي. ۽ انهيءَ ڪم ۾ پارٽيءَ کي ڪافي ڪاميابي حاصل ٿي آهي. ڪيتري ڪيتري انقلاب دشمن طبقن جي چار ۾ ڦاسي، حالتن کان بي خبر آگرين ٿي ڪيئن جيترن چند ماڻهن انهن اقدامن جي مخالفت ڪئي هئي پر عوام جي اڪثريت جي حمايت اڳيان بيهي نه سگهيا. سوشلسٽ تبديليءَ جا بنيادي نڪتا يعني عوام کي استحصالي قوتن جي چار مان آزادي ڏيارڻ، سندن پيداوار وڌائڻ، زمين تي سندن حق قائم ڪرڻ، محنت جو پورو پورو اجورو ڏيارڻ، برابريءَ وارو سلوڪ، ۽ سندن معيار زندگي بلند ڪرڻ آهن، ملڪي عوام جي واضح اڪثريت جي ڪميونسٽ پارٽيءَ کي انهيءَ معاملي ۾ حمايت حاصل آهي ۽ ايتري عوامي يلغار اڳيان چند موقعي پرست، مفاد پرستن جو ڪامياب ٿي وڃڻ ظاهر آهي ته ناممڪن آهي. سوشلسٽ انقلاب آڻڻ لاءِ قومي اقليتي عوام جي تمام وڏي تعداد جدوجهد ڪئي آهي ۽ انهيءَ جدوجهد جي نتيجي ۾ جاگيردارن ۽ زميندارن کان حاصل ٿيل زمين اهڙن هارين ۾ ورهائي ويئي آهي جيڪي يا ته بي زمين هئا يا وٽن تمام ٿوري زمين هئي! موجوده وقت ٿيندڙ جدوجهد ۾ هان عوام جو ڪردار به اڳ وارو نه رهيو آهي جڏهن انهن سموري ملڪ ۾ ڦرلٽ جي بازار گرم ڪئي هئي، ۽ زمينن تي قبضو

ڪري ورتو هو- پر هن دور ۾ هان عوام، قومي اقليتي عوام هر ممڪن مدد ڪئي آهي، پنهنجن ڪيل ظلمن جو بدلو ڏيئي رهيا آهن- پر ته به اهو معاملو ايترو سولو نه آهي ڇو ته استحصالي گروهه جا فرد. اڃان به پنهنجين ڪوششن ۾ مصروف آهن ۽ هو مذهب جو نعرو بلند ڪري، ڪافي ماڻهن کي پاڻ سان ملائڻ ۾ ڪامياب ٿي ويا آهن. انهيءَ ڪري سوشلسٽ اصلاحن کي مخالفت جو ڪيترن ئي علائقن ۾ منهن ڏسڻو پيو آهي. تنهن ڪري هن وقت مسئلو آهي عوام جون دليون کٽڻ. انهيءَ سلسلي ۾ عوامي حڪومت جي ڪارندن هن ڪان اڳ اوچي طبقي جي عوام سان بحث مباحثن جو سلسلو شروع ڪري ڏنو آهي، مذهب جي پيروڪارن کي اها خاطري ڏني ويئي آهي ته مذهب جو تحفظ ۽ احترام ڪيو ويندو ۽ اوچي طبقي کي اهو باور ڪرائڻ جي ڪوشش پيئي ڪئي وڃي ته نئين معاشري ۾ سندن عزت ۽ حيثيت برقرار رکي ويندي.

مٿي ذڪر ڪيل ڳالهين جو تت اهو آهي ته قومي اقليتي علائقن ۾ پرامن اصلاح نافذ ڪرڻ لاءِ انهيءَ امرجي اجازت نه ڏني ويندي ته صرف سڪيو ڪم ڪيو وڃي ۽ ڏکيو ڪم نه ڪجي، اسان کي هر ممڪن محنت سان پارٽيءَ جي پاليسيءَ کي اقليتي علائقن ۾ متعارف ڪرائڻو پوندو ۽ طبقاتي جدوجهد ذريعي،

قومي برابريءَ وارو معاشرو قائم ڪرڻو پوندو، جيئن آزاديءَ جو مقصد حاصل ٿي سگهي ۽ هر قوميت هان قوم وانگر آهستي آهستي، سوشلسٽ سماج ۾ داخل ٿي سگهي.

---

# باب ستون

## چيني انقلاب ۾ قومتين جو گڏيل محاذ

چيني انقلاب دوران، جمهوري گڏيل محاذ وانگر هان قوميت ۽ ٻين قومتن وچ ۾ اتحاد قائم ٿيو ۽ انهي اتحاد هڪ مرڪزي گڏيل محاذ جي صورت ۾ جدوجهد ڪئي، جنهن ۾ بنا ڪنهن شڪ جي هان قوميت کي مرڪزي ۽ مضبوط حيثيت حاصل رهي، اهي اتحاد، انقلاب جي تمام عرصي ۾ قائم رهيا ۽ جيئن ٻوءِ تيئن وڌندا ويا ۽ مضبوط ٿيندا ويا. اهي اتحاد ڪنهن نه ڪنهن صورت ۾ اڄ به قائم آهن.

هڪ اتحاد، چيني (هان) مزدور هاري طبقي ۽ هر ملڪي اقليت جي هاري مزور طبقي وچ ۾ قائم ٿيل آهي. اهو اتحاد چين جي سمورين قومن جي انقلابي گڏيل محاذ جو بنياد آهي. هاري مزور اتحاد ڪانسواءِ هاري مزور طبقي جو غير محنت ڪش طبقن سان به اتحاد قائم ٿيل آهي ۽ اهو به انقلاب خاطر قائم ٿيو. چين جي سيني قومي اقليتن ۾ اوچي حيثيت جي

ماڻهن جا ننڍا وڏا گروهه اڄ بہ قائم آهن ۽ انهن جو پنهنجي قوم جي محنت ڪش مزور هاري طبقي سان جيڪو تعلق آهي سو اهڙو آهي جهڙو استحصالي نظام ۾ جاگيردارن ۽ هارين وچ ۾ هوندو آهي. انهن ماڻهن ۾ اهڙا دانشور بہ شامل آهن جيڪي استحصالي طبقن جي مفادن جي نگراني ۽ وڪالت ڪندا آهن. مطلب تہ قوميتن جي محنتي طبقي ۽ اوچي حيثيت واري طبقي ۾ طبقاتي ڇڪتاڻ اهان هلندڙ آهي ۽ اتي اهو مسئلو مڪمل طور تي حل نہ ٿي سگهيو آهي. طبقن جي انهيءَ فرق ۽ ڇڪتاڻ کي صرف جمهوري سڌارن ۽ سماج جي سوشلسٽ نظام ۾ مڪمل طور تبديل ٿيڻ سان ئي ختم ڪري سگهجي ٿو جنهن ۾ لازماً وقت لڳندو ڇو تہ سوشلسٽ سماج تائين رسائي هر قوم جي تمام گهڻي تعليم ۽ پروپيگنڊا ۽ عملي مظاهرن کان پوءِ ٿيندي، انهيءَ عرصي ۾ استحصالي طبقي جا ڪارندا بہ پنهنجي ڪم ۾ مصروف رهندا ۽ سوشلسٽ ڪارڪنن جي ڪم ۾ رنڊڪون وجهندا ايندا.

طبقاتي فرق جي خاتمي جي سست رفتاريءَ جو هڪ ٻيو سبب قومي اقليتن ۾ سياسي تعليم ۽ سمجهہ جي ڪمي پڻ آهي جنهن جي ڪري انقلاب جي معاملي ۾ اقليتن جي گهڻائيءَ جو رويو ڍرو ۽ سست رهيو آهي. هاڻ قوميت ۽ قومي اقليتن ۾ اڄ بہ ڪئي ڪٽي ذاريانپ ڏٺي وڃي ٿي، ڇو تہ هاڻ عوام

۽ هاڻ حڪمرانن جو ماضيءَ ۾ ڪردار استحصالي ۽ ظالم ڌورن جو رهيو آهي - انهن ماضيءَ ۾ هڪ ڊگهي عرصي تائين تمام قوميتن سان جيڪو سلوڪ ڪيو هو تنهن ڪي ايترو جلد قوميتون وساري نه سگهنديون. انهيءَ ڌاريائپ ۽ بداعتماديءَ جي خاتمي لاءِ هاڻ عوام کي نهايت صبر سان جاکوڙ ڪرڻي پوندي. انهيءَ ڪانسواءِ اقليتي عوام ۾ مذهب جون پاڙون به ڪافي مضبوط آهن ۽ مذهب جي بنياد تي به اوچي طبقي جا گروه اڃان اقليتي عوام تي حاوي آهن ۽ بدستور سندن عوامي رهنما آهن اهڙا ماڻهو ڪن ڪن قومن ۾ تمام گهڻو اثر رکن ٿا. انهيءَ ڪري قومي سوال واري مسئلي کي حل ڪرڻ وقت اسين ان طبقي کي نظرانداز نٿا ڪري سگهون. اهي ماڻهو به بهرحال اسان جي زمين جي پيدائش آهن ۽ ڪن طبقن ۾ جي انهن جو سٺو اثر آهي ته اها پاڻ اسان لاءِ هڪ سٺي ڳالهه آهي. سٺي ائين جو هوند اسانکي قومي اتحاد خاطر هر قوميت ۽ هر ماڻهوءَ وٽ پنهنجو نڪته نظر پيش ڪرڻو پوي، پر پوءِ به ڪاميابي جلد حاصل نه ٿئي ڇو ته عوام جي اسان جي ڳالهه کي سمجهيو ڏي نه، ۽ سياسي سمجهه جي ڪميءَ جي ڪري سمجهندو به ڪون، ته اهڙي صورت ۾ اسان لاءِ ڪم ڪرڻ ڪيترو ڏکيو ٿي پوي، پر جي اسين اهڙن اوچي حيثيت وارن گروهن کي پنهنجو هم خيال بڻائي وٺون جن جي

اقليتي عوام ۾ چگي حيثيت هجي ته باقي ڪم هو جلد ڪري وٺندا. معنيٰ، قومي اقليتي علائقن ۾ عوام کي پنهنجي انهيءَ گڏيل محاذ ۾ شامل ڪرڻ لاء اهو ضروري آهي ته اسين سندن رهنمائي ڪندڙ مثاهين طبقي جي فردن کي پاڻ سان ملايون. اهو ڪم ضروري به آهي ۽ اهم به آهي ۽ انهيءَ مقصد کي حاصل ڪرڻ لاء منظم بنيادن تي، انقلابي زور ۽ شور سان ڪم ڪرڻ گهرجي. سوال ٿو پيدا ٿئي ته ڇا اهو ممڪن آهي. ڪنهن اهڙي طبقي سان تعلق رکندڙ ڪوبه فرد، اسان جو هم خيال ڪيئن ٿيندو، جن جي طبقي خلاف اسين وڙهي رهيا آهيون ۽ جنهن طبقي کان حڪومت ڪرڻ جو حق کسيو آهي؟؟ ائين برابر آهي ته اسان انهيءَ طبقي خلاف وڙهيا آهيون ۽ کانئن حڪومت کسي اٿون، پر جتي سڄي ملڪ جو معاملو اچي وڃي، ته انهن ماڻهن ۾ وطن دوست ۽ سامراج دشمن جذبا موجود آهن. ضرورت انهيءَ امر جي آهي ته اسين ڪين انهيءَ نڪتي تي قائل ڪريون ته اسان جي جنگ سندن ذات خلاف نه، انهيءَ نظام خلاف آهي جيڪو ملڪ جي عوام لاء تڪليف جو باعث آهي ۽ انهيءَ جنگ جو مقصد سندن بي عزتي نه پر ملڪ مان اهو نظام ٽوڙي ڇڏڻ، ٻاهرين قوتن کي نيست ۽ نابود ڪرڻ، ملڪ کي خوشحال ۽ مضبوط بنائڻ آهي. جي اسان ڪين اهو يقين ڏيارڻ ۾ ڪامياب ٿي وڃون ته

سندن عزت ۽ حيثيت برقرار رهندي تہ هو ملڪ لاءِ هر قرباني ڏيڻ لاءِ تيار ٿي ويندا. اقليتي عوام ۾ گڏيل محاذ ۽ ٻڌيءَ لاءِ ڪم ڪرڻ، هن قوم جي مقابلي ۾، (جيئوٽيڪ ”هان“ چين جي وڏي اڪثريتي ۽ گهڻائيءَ واري قوم آهي) وسيع، ۽ ڏکيو آهي. هان قوم ۾ سياسي سمجهہ آهي، قوم اندر، ايترو طبقاتي فرق ڪونہ آهي، سڄي قوم اڳ ئي ترقيءَ جي شاهراهہ تي ڪافي اڳتي وڌيل آهي، عوام کي محروميءَ جي، حقن غصب ٿيڻ جي، ماضيءَ ۾ ظلم ۽ ڦرلٽ جو شڪار ٿيڻ جي ڪا شڪايت نہ آهي، تنهن ڪري انهن اڳيان هڪ ئي سطح تي ڪم ڪيو ويو ۽ هو ڳالهہ سمجهي ويا. جڏهن تہ اقليتن ۾، هر قوم اندر تمام گهڻو طبقاتي فرق موجود آهي. سندن جاگيردارن ۽ رئيسن، هان جاگيردارن ۽ ٻاهران آيل لٽيرن سان گڏجي پنهنجي پنهنجي قوم کي خوب چڱيءَ طرح نپوڙيو هو، ۽ انهيءَ جي باوجود بہ هو سندن رهنما آهن، ۽ سندن اشارن تي، عوام عمل ڪري ٿو. اهڙي صورت ۾ هڪ طرف قبائلي سردارن، غلامن جي مالڪن، جاگيردارن، اشرافيہ، ديني مبلغن، ۽ دانشورن ۽ ٻئي طرف عام عوام کي سمجهائڻ هڪ نهايت ڏکيو ڪم ۽ ورن وڪڙن وارو ڪم آهي. بهتر اهوئي آهي جو مٿاهين طبقي کي راضي ڪري وٺجي ۽ انهن کي گڏيل محاذ ۾ شريڪ ڪري وٺجي تہ پوءِ ڪم آسان آهي.

قومي اقليتي معاملن کي منهن ڏيڻ لاءِ ۽ انهن کي ملڪي مفادن کي نظر ۾ رکي حل ڪرڻ لاءِ انهيءَ قسم جي پاليسي ڪا نئين نه آهي. تمام گهڻو اڳ جاپاني سامراج خلاف پنهنجي جنگ ۾ ڪميونسٽ پارٽيءَ انهيءَ پاليسيءَ جو اعلان ڪيو هو ۽ تمام قومي اقليتي عوام کي جاپان دشمن قوم پرستيءَ جي بنيادن تي متحد ڪيو ويو ۽ انهيءَ لاءِ انهن قوميتن جي ٿي اهم ۽ حيثيت وارن ماڻهن جي مدد ورتي ويئي. انهيءَ ڪانپوءِ آزاديءَ جي جنگ دوران ڪومنتانگ ٽولي خلاف وڙهڻ لاءِ اهڙن ئي اقليتي رهنمائن جي اڳواڻيءَ ۾ فوجون متحد ڪيون ويون، ۽ گڏيل محاذ ٺاهيو ويو ۽ ملڪ جي آزاديءَ کانپوءِ انهيءَ سامراج دشمن، وطن دوست گڏيل محاذ لاڳيتو ترقي ڪئي آهي ۽ مضبوط ٿيو آهي انهيءَ پاليسيءَ تي عمل ڪرڻ جي ڪري قومي اقليتي عوام سان مملڪت جو تعلق مضبوط ٿيو آهي، ۽ اقليتي اڳواڻ قومي اڳواڻن جي صورت ۾ مقبول ٿيا. گذريل ڪيترن سالن کان، ملڪ جي ترقي ۽ بدي ۽ سوشلسٽ سماج جي تعمير لاءِ، اقليتي علائقن ۾ ڪم ڪرڻ سان اها ڳالهه سامهون آئي آهي ته ڪنهن به اقليتي علائقي ۾ ڪم شروع ڪرڻ وقت ئي جيڪڏهن انهيءَ اقليتي عوام جي اڳواڻن کي قائل ڪري ونجي جيڪي انهن مان ٿي آهن، انهن ۾ سٺو اثر رسوخ رکن ٿا ۽ مستقل انهن سان واسطي ۾ رهن ٿا ته پوءِ ڪم آسان ٿيو پوي، ۽

جي اُٿين نٿو ڪجي تہ نئين سماج جي تعمير انهيءَ
علائقي ۾ تقريباً ناممڪن آهي. ٻاهران ايندڙ ماڻهو
ڪا ڳالهہ ڪين سمجهائيندو، ۽ سندن پنهنجو ڪو اڳواڻ
اها ساڳي ڳالهہ ڪين ٻڌائيندو تہ هو پنهنجي اڳواڻ جي
ڳالهہ جلد سمجهي ويندا ۽ مڃي ويندا، پر جي ٻئي
ڪنهن چيو تہ هو پڇندا وري انهيءَ پنهنجي اڳواڻ
ڏي ۽ جي تو هان انهيءَ اڳواڻ کي اعتماد ۾ نہ ورتو
آهي، ڪيس قائل نہ ڪيو آهي تہ هو ظاهر آهي اوهان
جي مخالفت ڪندو.

لينن پڻ انهيءَ پاليسيءَ جي هن ريت وڪالت
ڪئي آهي تہ "جيتري قدر ممڪن ٿي سگهي اسانکي
اهڙن مٿاهين طبقي جي ماڻهن سان اتحاد ڪرڻ گهرجي
جيڪي عوام کي ويجها آهن."

هن وقت جي اسين انهيءَ پاليسيءَ تي عمل ڪرڻ
۾ ناڪام رهياسين تہ انهيءَ سان ملڪ جي سلامتيءَ کي
خطرو ٿي پوندو، اقليتن سان اسان جا تعلقات قائم نہ
ٿي سگهندا ۽ سوشلسٽ سماج جي تعمير وارو اسان
جو بنيادي مقصد فوت ٿي ويندو. ۽ اها ڳالهہ نہ تہ
اقليتن جي محنت ڪش طبقي جي مفادن وٽان آهي،
نہ ٿي هان مزدور هاري طبقي جي مفاد ۾. انهيءَ
ڪري سمجهڻ گهرجي تہ اقليتن جي انهن مٿانهين
حيثيت وارن ماڻهن سان اتحاد جو مقصد صرف ۽ صرف

هان ۽ اقليتي محنت ڪش طبقي جي مفادن جي حفاظت
ڪرڻ آهي محنت ڪش طبقي جي مفادن جي حفاظت
جو تہ رياست جي مفادن جي حفاظت آهي، ۽ رياست
جي مفادن کي اسانکي هر ٻي ڳالهہ تي فوقيت ڏيڻي آهي.

---

# باب اڏهون

## قوم پرستي

گذريل بحث مان توهان اهو محسوس ڪيو هوندو ته ملڪي معاملن کي پنهنجين پاليسين مطابق هلائڻ ۾ مختلف نوعيت جي ترقياتي ڪمن ۾، سوشلسٽ سماج جي تعمير جي سلسلي ۾ اسان کي تمام گهڻيون ڪاميابيون حاصل ٿيون آهن. خاص ڪري قوميتن جي معاملي ۾ صورتحال کي بهتر بنائڻ ۾ به اسين ڪافي اڳتي وڌيا آهيون. ۽ انهن سڀني ڪاميابين جو سبب (١) ڪميونسٽ پارٽيءَ جي مرڪزي ڪاميٽي ۽ چيئرمين مائو جي صحيح راهنمائي (٢) قوميتن جي عوام جي عظيم اڪثريت جي حمايت ۽ تعاون ۽ (٣) ملڪ ۾ ڪم ڪندڙ عملي ڪارڪنن جي اڻ ٿڪ محنت آهي. قومي اقليتي علائقن ۾ رهڻ ۽ ڪم ڪرڻ، شهرن ۾ رهڻ ۽ ڪم ڪرڻ جي مقابلي ۾ تمام گهڻو ڏکيو آهي- پر انهيءَ هوندي به ڪامريڊ ڪارڪن پنهنجي ڪم کي لڳا رهيا. پارٽيءَ جي پاليسيءَ تي عمل

ڪيائون ۽ سٺا نتيجا حاصل ڪيائون. ڪارڪنن، پارٽيءَ ۽ رياست طرفان کين سونپيل ڪم اڻ ٿڪ محنت سان پورو ڪيو ۽ قومي اقليتي عوام سندن هر ممڪن آجيان ڪئي ۽ سندن همت افزائي ڪئي. ڏکين حالتن ۾ به انهيءَ عوامي ڪارڪنن پنهنجي فرض سان سچا رهيا ۽ آزاديءَ واري جذبي کي برقرار رکيائون.

پر- مارڪسٽ، لينسٽ ڪارڪنن ۽ اڳواڻن ۾ اها به خوبي هجڻ گهرجي ته هو پنهنجين ناڪامين جو اعتراف ڪن، پنهنجي ڪم ۾ خامين کي پاڻ ئي ظاهر ڪن. اهڙا ڪم آهن جن ۾ اجان اسان کي ڪاميابي نه ٿي آهي، اهڙيون خاميون آهن جيڪي اجان اسان ۾ موجود آهن. انهيءَ فهرست ۾ مٿي مٿي هان قومپرستي ۽ عظيم هان ازم جي موجودگي آهي.

ملڪ جي مختلف علائقن ۾ هان ڪارڪن، اقليتي قوم جي ڪارڪنن سان گڏجي ڪم ڪري رهيا آهن پارٽيءَ جي پاليسي اها آهي ته اقليتي ڪارڪنن کي به سندن اهليت جي بنياد تي عهدا ۽ اختيار ڏنا وڃن، جڏهن ته ڪجهه هان ڪارڪن انهيءَ پاليسيءَ کي صحيح نٿا سمجهن. هو چاهين ٿا ته هر ڪم هو پاڻ ڪن ۽ انهيءَ متعلق کين مڪمل اختيار مليل هجڻ کپن. هان ڪارڪنن جو قومي اقليتي علائقن ۾ ڪم ڪرڻ به ضروري آهي انهيءَ ڪري جو هو تربيت يافته آهن ۽ اقليتي ڪارڪنن جي سکيا لاءِ ضروري آهي ته

هو هان ڪارڪنن ڪان تجربو حاصل ڪن. انهيءَ ڪري عظيم هان ازم، ۽ هان قوم پرستيءَ واري رجحان کي سختيءَ سان منهن ڏيڻو پوندو.

اسان اڳ ۾ اهو ذڪر ڪري آيا آهيون ته اقليتي قومن تي ظلم ۽ ڏاڍ وارو دور، عوامي جمهوري چيني حڪومت جي قائم ٿيڻ سان ختم ٿي چڪو آهي. پر اها حڪومتي پاليسي آهي. حڪومت ڪنهن به قوم تي ظلم نه ٿيڻ ڏيندي، ڪنهن جا به حق غصب نه ٿيڻ ڏيندي، پر استحصالي معاشري کي هڪ ئي ڌڪ ۾ سڌاريل، انصاف تي ٻڌل ۽ سوشلسٽ معاشري ۾ تبديل نٿو ڪري سگهجي، ۽ انهيءَ ڪري ڪجهه ڪارڪنن ۾ وڏي قوم پرستي ۽ مقامي قوم پرستيءَ جا جذبا شدت سان موجود آهن، خاص ڪري عظيم هان قوميت واري سوچ. پارٽي ۽ رياستي حڪومت انهيءَ سوچ کي ذهن ۾ رکي، ملڪي انتظاميه ۽ قومي ڪارڪنن ۾ وطن پرستي جي جذبي فروغ لاءِ ڏينهن رات ڪوشش ۾ مصروف آهن ۽ خاص ڪري عظيم هان قوم پرستيءَ واري سوچ خلاف مسلسل جدوجهد ڪري رهي آهي.

## عظيم هان ازم ڇا آهي؟

هان قوم جو خود کي سڀ کان بلند ۽ بالاتر سمجهڻ، خود کي ملڪ جي حڪمرانيءَ جو پيدائشي حقدار سمجهڻ، ملڪ جي پيداواري وسيلن تي صرف

پنهنجو حق ظاهر ڪرڻ، رياستي انتظاميه ۾ عهدن ۽ اختيارن لاءِ صرف خود کي لائق ۽ موزون سمجهڻ، عظيم هان ازم آهي. اها سوچ دراصل جاگيردار ۽ سرمايه دار طبقي جي سوچ آهي، ۽ انتها درجي جي رجعت پسند ۽ ناڪاره. سوچ ڪومنتانگ ۽ چيانگ ڪائي شيڪ جي حڪومتن جي دور ۾ پيدا ٿي، جڻ قومي اقليتن تي ظلم ۽ زبردستيءَ سان حڪومت ڪئي ۽ سندن حق غصب ڪيا، صرف انهيءَ سوچ تحت ته ملڪ ۾ حقن جو حقدار، صرف هان قوم هئي ۽ ٻين قومن کي سندن غلامي ڪرڻي هئي. انهن کي انسانن وانگر ۽ برابريءَ جي بنياد تي زنده رهڻ جو ڪو حق نه هو. حڪومت هان قوم جي، عهدا ۽ اختيار هان قوم وٽ، پيداواري وسيلن تي هان قوم جو قبضو تعليم ۽ طبي سهولتون صرف هان قوم لاءِ.

اهو نظريو، چيئرمين مائو ۽ ڪميونسٽ پارٽيءَ جي نظرين کان ايترو مختلف آهي ۽ ايتري قدر متصادم آهي جيترو پاڻي ۽ باهه. مائوءَ جي نظرين ۽ هان ازم واري اصول ۾ ڪابه مطابقت نه آهي. اها سوچ ڪميونسٽ پارٽيءَ جي چند ميمبرن ۽ هان قوم جي ڪجهه ڪارڪنن ۾ هن وقت به موجود آهي ۽ انهيءَ جو هڪ سبب اهو به آهي هڪ طويل عرصي تائين انهيءَ سوچ تحت چين ۾ حڪومت هلائي ويئي هئي، سو انهيءَ کي پنهنجي ذهن مان بالڪل ڪڍي ڇڏڻ

هر ماڻهوءَ جي وس جي ڳالهه نه آهي. پر اهو سمجهي
چڱڻ گهرجي ته انهيءَ قسم جي سوچ ڪميونسٽ پارٽيءَ
جي پاليسيءَ جي خلاف آهي ۽ پارٽي پنهنجن ڪارڪنن
کي اهڙي سوچ رکڻ جي هرگز اجازت نه ڏيندي ۽
انهيءَ خلاف سخت قدم کڻندي. عظيم هان ازم وارو
نظريو دائمي نه آهي، اهو زوال پذير نظريو آهي، ۽
وطن دشمن ذهنيت جي پيداوار آهي، اقليتي قومن به
چين جي تاريخ جي هر دور ۾ اهم ڪردار ادا ڪيو
آهي، ۽ هو ڪنهن به لحاظ کان هان قوم کان گهٽ
نه آهن، رياستي انتظام ۾ انهن قومن کي به ايترائي
حق حاصل آهن جيڪي هان قوم کي حاصل آهن.
اقليتن کي اڳ موقعوئي ڪونه ڏنو ويو جيئن هو پنهنجين
خوبين، صلاحيتن ۽ فهم فراست جو مظاهرو ڪن. هن
دور ۾ کين اهو موقعو ڏنو ويو آهي ۽ اهو سلسلو
اڳين ئي رهندو. انهن ماڻهن کي هوش ڪرڻ کپي جيڪي
هن دور ۾ به عظيم هان ازم واري بيماريءَ ۾ جڪڙيل
آهن. اهو نظريو اسان جي ملڪ جي سلامتيءَ لاءِ
هاڃيڪار ۽ قومي ٻڌي ۽ ڀائيچاري لاءِ سخت نقصان ڪار
آهي. اسين جنهن خلوص، محبت ۽ برابريءَ واري
سوشلسٽ نظام جي تعمير لاءِ جاکوڙ ڪري رهيا آهيون
تنهن لاءِ روڪ جي حيثيت رکي ٿو. مطلب اهو ته اها
سوچ استحصالي طبقي جي سوچ آهي ۽ استحصالي نظام

ختم ٿي چڪو آهي، ته پوءِ انهيءَ سوچ کي به اسان کي پنهنجي ذهنن مان تڙي ڪڍڻ کپي.

جي پوري ملڪ تي نظر ڪجي ته عظيم هان ازم واري سوچ ڪافي هنڌن تي واضح طور تي نظر ايندي ۽ اها سوچ هن وقت تائين، موجوده حالتن پٽاندر، قومي سوال حل ڪرڻ جي سلسلي ۾ رڪاوٽ بڻيل آهي، پر ذهن هوندي به اها هڪ چڱي ڳالهه آهي ته اهي ماڻهو جيڪي هن وقت به اها سوچ پنهنجي ذهن ۾ رکن ٿا، تن جي اڪثريت سرمايه‌دار طبقي، ۽ ڪومنتانگ گروهه جي رجعت پسند سوچ تي عمل ڪرڻ نٿي چاهي. سبب انهيءَ جو اهو آهي جو تمام گهڻو عرصو اها سوچ حڪمران رهي آهي انهيءَ ڪري اڃان به ذهنن ۾ موجود آهي ۽ پيو اهو ته اهڙن ماڻهن جي سوچ کي مٽائڻ لاءِ تعميري ڪم نه ٿيو آهي.

## عظيم هان ازم جا عملي مظاهرا

عظيم هان ازم ڪهڙين ڳالهين مان ظاهر ٿئي ٿو-

(١) قومي اقليتي عوام جي معاملي ۾ سرد مهري، ۽ انهن کان پري پري، ڌار ڌار رهڻ، (٢) ظلم ۽ ڏاڍ واري نظام تحت اقليتن تي ٿيندڙ ظلم ۽ نا انصافين کان لاتعلقي چڻ ته ڪجهه ٿيوئي ڪونه هو، يا جي ٿيو هو ته اهو ٺيڪ ڪيندو هو. (٣) اقليتن جي حقن کان بي پرواهي. (ڪهڙي ضرورت آهي انهن کي حقن

جي ۽ اهي پيدائي ٿيا آهن غلاميءَ لاءِ، غلامي ڪندي ڪندي مري ويندا. (۴) خود ڪي ۽ پنهنجي قوميت ڪي ٻين کان آتم ۽ اعليٰ سمجهڻ (۵) اهو سوچڻ ۽ انهيءَ سوچ جو اظهار ڪرڻ ته اقليتي قومون بي حس آهن، منجهن جدوجهد ڪرڻ جو مادو ئي نه آهي. (۶) ته قومي اقليتون ذهني، جسماني لحاظ کان گهٽ آهن، منجهن ڪا خوبي نه آهي، ڪا صلاحيت نه آهي. (۷) ته اقليتون قومي ترقيءَ ۾ ڪهڙو ڪردار ٿيون ادا ڪري سگهن؟ جڏهن هوءَ ڪو ڪردار ئي ادا ڪرڻ جي قابل نه آهن ته پوءِ انهن کي پاڻ سان گڏ ڇو ڪلجي، انهن کي عهدا ۽ اختيار ڇو ڏجن. (۸) ايتري قدر جو سواءِ هان قوم جي ٻي ڪنهن قوم جي وجود کي ئي تسليم ڪرڻ کان انڪار.

جيڪي به ماڻهو اهڙا خيال رکن ٿا، سي اهو نٿا ڄاڻن ۽ سمجهن ته چين جي تاريخ ۽ ثقافت چين جي سمورين قومن جي گڏيل محنت ۽ جدوجهد جو ثمر آهي ۽ مستقبل ۾ انهيءَ گڏيل جدوجهد کانسواءِ اسان جي ملڪ ۾ سوشلسٽ معاشري جي تعمير جو ڪم مڪمل نه ٿي سگهندو. ائين برابر آهي ته قومي اقليتون هن وقت ترقيءَ جي راهه تي ٻانبڙا پائي رهيون آهن ۽ پنهنجي حيثيت بلند ڪرڻ جي جاکوڙ ڪري رهيون آهن پر اسان کي ائين به نه سمجهڻ گهرجي ته هر قوم پوئتي پيل آهي، ڪي قوميتون ته هان قوميت جيترو ئي

ترقي ڪيل آهن- هان عوام کي اهو سوچڻ گهرجي تہ
هر قوم ۾ ڪي اهڙيون چڱيون وصفون ضرور هونديون
آهن جيڪي ٻيءَ ڪنهن قوم ۾ ڪونہ هجن تيون. پر
جيڪي ماڻهو انهيءَ سوچ ۾ ورتل هجن تہ قومي اقليتن
جي ٻوليءَ ٻيل عوام ۾ ڪم ڪرڻ اسان جي بي عزتي
آهي، اهي ڪجهہ بہ ٻيو سوچي نٿا سگهن.

اسان جا ڪي دوست وري اهڙا آهن جيڪي علائقي
۽ قوم جي موجوده صورتحال ۽ سندن عقيدن ۽
اعتبار کي پرکڻ بنا هرڪم نهايت تيز رفتاريءَ سان
ڪرڻ گهرن ٿا ۽ اهو چاهين ٿا تہ اک ڇنڀ ۾ قوميتون
ٻنهنجن پيرن تي بيهي وڃن ۽ سوشلسٽ سماج واري
عمارت جلد تيار ٿي وڃي. اهو سوچيندڙ بہ هان ازم جا
حامي آهن ڇو تہ هو اهو نٿا ڏسن تہ هر قوم جا
مخصوص حالات آهن، ۽ هر معاملي ۾ ساڳيو رويو
اختيار ڪرڻ معنيٰ قوميتن جي مذهب، اعتقاد، رسم
۽ رواج ۾ مداخلت ڪرڻ! قوميت جو چڱيءَ ريت
جائزو وٺي، سندن قومي رهنمائن کي اعتماد ۾ وٺي،
منجهن تعليم جي روشني پکيڙي، پوءِ ئي اسين ڪم
ڪري سگهون ٿا. ۽ اهو سڀ ڪجهہ آهستي آهستي
صبر سان ڪرڻو پوندو. اسين سمجهون ٿا تہ قوميتن ۾
موجود برائين کي دور ڪرڻ، سندن عقيدي کي درست
ڪرڻ، ۽ کين ترقي وٺرائڻ لاءِ جيترو بہ گهڻ وقت
لڳي اوترو سٺو، پر انهيءَ سان ڪٿي اهو نہ ٿئي جو

اها قومي اقليت اسان کان بنهه باغي ٿي وڃي. بهتر آهي ته کين ڌسڻ ڏيو، اسان جيڪي ڪم ڪيا آهن تن جا نتيجا کين ڏسڻ ڏيو، پوءِ هو خود پنهنجي حالت بدلائڻ لاءِ آتا ٿيندا، ۽ خود جلد از جلد پنهنجي اصلاح ڪندا، هر ڪم پاليسيءَ مطابق ٿيڻ گهرجي، قوميتن جي ترقيءَ لاءِ جيڪي هان ڪارڪن اهو ٿا سوچين ته هو پاڻ هر ڪم ڪري وٺندا، پنهنجي حساب ۾ هو قوميتن تي اهو به احسان ڪري رهيا آهن، پر جيسين انهيءَ ڪم ۾ اقليتي ڪارڪنن کي شريڪ نه ڪيو ويو، سندن ڪارائتي مشوري کي تسليم نه ڪيو ويو ته هڪ سٺو ڪم جيڪو اسين ڪرڻ چاهيون ٿا اهو مڪمل نه ٿي سگهندو. ڪامريڊ اهو نه ٿا سوچين ته ڪيترا ڪم اهڙا آهن جيڪي جي اڄ ڪيا ويا ته انهن جو نتيجو سٺو نه نڪرندو، پر ٻئي ڏينهن ڪرڻ تي گهربل نتيجا ملندا.

گهڻو ڪري انهن غلط خيالن جو سڌو سنئون واسطو مٿاهين ليول تي غير لچڪدار قيادت سان هوندو آهي. جي اقليتي علائقن ۾ انتظامي ادارا مضبوط هجن انتظامي سربراهه سمجهدار هجي ۽ قوميتن متعلق پارٽيءَ جي پاليسيءَ کي سمجهندو هجي ته پوءِ اهڙي سوچ جي غلط نتيجن کان بچي سگهجي ٿو.

ڪميونسٽ پارٽيءَ ۾ شريڪ ٿيڻ لاءِ خود پارٽي پاليسيءَ مطابق اميدوار کي انهن شرطن تي پورو لهڻ

گهرجي، پر اسان جا هان ڪامريڊ چونڊ دوران وري هڪ شرط پاڻ طرفان لاڳو ڪري ڇڏيندا آهن ته اميدوار پنهنجي قومي ريتن رسمن ۽ رواجن کان باغي ٿئي، پنهنجو مذهب ترڪ ڪري!! ڪن اقليتي اميدوارن کي انهيءَ ڪري نه چونڊيو ويو ته هو شراب پيئندڙ هئا، مسلمان اميدوارن کي انهيءَ بنياد تي ناپاس ڪيو ويو ته هو سوئر جو گوشت نٿا کائين!! ڪن علائقن ۾ نوجوان ڇوڪرا ۽ ڇوڪريون گڏ ٿي لوڪ گيت ڳائيندا آهن ۽ نچندا آهن، انهن متعلق چيو ويو ته اهي آزاد خيال آهن، ۽ وقت جو قدر ڪونه ٿا ڪن!! مطلب ته اهڙي قسم جون ڪيتريون ڳالهيون ڪيون وڃن ٿيون جن سان اقليتي عوام اسان کان نااميد ۽ بدظن ٿي ويندو ۽ قومتين متعلق اسان جي پاليسي صرف ڪاغذن ۽ لفظن تائين محدود ٿي ويندي جڏهن ته اسين اهوئي چاهيون ٿا ته پنهنجي ترقيءَ لاءِ اسان جا اقليتي پاڙ پاڻ پتوڙين، پر شروع ۾ هان ڪامريڊن جو اهو فرض آهي ته کين مدد ڏين ۽ سندن رهنمائي ڪن ۽ انهيءَ ڏس ۾ اقليتي ڪارڪنن تي اعتماد ڪن، کين برابريءَ وارا حق ڏين ۽ اهڙي ريت قوميتي قوت کي پوري طرح اڀاري وڌائين. جي هو ڪم ۾ مٿن فوقيت حاصل ڪري وٺن ته انهيءَ ۾ پنهنجي بي عزتي سمجهڻ عقلمندي نه آهي، اها ته پاڻ خوشيءَ جهڙي ڳالهه آهي. مطلب ته هر لحاظ کان هان ڪامريڊن

کي اقليتي ڪارڪنن کي تربيت ڏيڻي آهي، منجهن احساس ذميواري پيدا ڪرڻو آهي ڪين پنهنجي قوم ۽ گڏوگڏ ملڪ جي اڳواڻيءَ لاءِ تيار ڪرڻو آهي.

قومي اقليتي علائقي ۾ ڪامورا شاهي جي موجودگي ۽ خود ڪامورن ۽ هاڻ ڪامريڊن طرفان قانون جي ڀڃڪڙي، ۽ اقليتي عوام سان انهيءَ معاملي ۾ واضح طور تي ٻه اکيائي وارو سلوڪ، اقليتن جي ذهن تي برو اثر وجهي رهيو آهي. اقليتن سان ٻه اکيائي يا بي عزتيءَ وارو سلوڪ ملڪي قانون جي کليل ڀڃڪڙي آهي. سوويت روس ۾ اهڙن ڏوهارين کي سخت ترين سزائون ڏنيون وينديون آهن جيڪي اقليتن سان بي عزتيءَ وارو سلوڪ ڪن يا مٿن ٺوڪبازي ڪن. لينن جي حياتيءَ ۾ اهڙي سلوڪ خلاف سخت قانون ٺاهيا ويا ۽ انهن تي سختيءَ سان عمل ڪيو ويو، هتي اسين هڪ مثال پيش ڪريون ٿا. ڪو چيني واپاري يا مزور ملڪ ۾ يا ملڪ کان ٻاهر ڪٿي مري ويندو هو ته سندس لاش کي لوڻ لڳائي، ملڪ پهچايو ويندو هو. زار شاهي واري دور ۾ روسين کي اها ڳالهه عجيب لڳندي هئي ۽ هو ڪٿي ڪنهن چيني مزور کي ڏسندا هئا ته چوندا هئا ”چا لوڻ لڳائڻ جي ضرورت آهي.“ سندن اها ٺوڪ چيني باشندن لاءِ نا قابل برداشت هوندي هئي. پر آڪٽوبر انقلاب ڪانپوءِ روسي حڪومت انهيءَ ٺوڪبازيءَ کي بند ڪرڻ لاءِ قانون ٺاهيو ۽ انهيءَ

لاءِ سخت سزا مقرر ڪئي. اسان جي ملڪ ۾ بہ ماضيءَ ۾ اهو ٿيندو آيو آهي اسين پنهنجي ڪن اقليتن کي تاتار ۽ وحشي جي لقبن سان ياد ڪندا هئاسين، مسلمانن تي بہ ٽوڪون ڪندا هئاسين ۽ سندن ريتن رسمن ۽ مذهب تي چٿرون ڪندا هئاسين. مسلم اقليت سوئر جو گوشت ڪائڻ پاڻ تي حرام سمجهي ٿي، پر هان قوم ۾ اهڙا ڪيترا ماڻهو هوندا جيڪي دوڪي ۽ دولاب سان مسلمانن کي سوئر جو گوشت کارائيندا هئا ۽ پوءِ کلي انهيءَ جو اقرار ڪندا هئا. آزاديءَ کانپوءِ ۽ قوميتن بابت قومي پاليسيءَ جي وضاحت ۽ تشهير کانپوءِ گهٽي قدر اهو سلوڪ هاڻ ڪونہ ٿيندو آهي، پر تہ بہ اڃين نئو چئي سگهجي تہ اهڙو ڪوبہ واقعو نئو ٿئي. اها ڪا معمولي ڳالهہ نہ آهي جنهن طرف اسين ڌيان نہ ڏيون ۽ ڪن لاتار ڪان ڪم وٺون. ننڍيون قومون پنهنجي ريتن ۽ مذهبي معاملن ۾ سخت جذباتي ٿين ٿيون ۽ انهيءَ ڪانسواءِ بہ ڪنهن جي ريتن رسمن ۽ مذهب تي ٽوڪبازي ۽ چٿرون ڪرڻ جي اجازت اسان کي ڪنهن ڏني آهي؟ اسان کي تہ هڪ حقيقي برابريءَ وارو معاشرو قائم ڪرڻو آهي. ۽ انهيءَ لاءِ ضروري آهي تہ اسين پنهنجو رويو درست ڪريون.

انهيءَ سان گڏوگڏ ڏٺو ويو آهي تہ اقليتي علائقن ۾ جيڪي واپاري ادارا قائم ٿيا آهن، تن ۾ اڃان اهي خيال موجود آهن تہ اقليتي عوام، هان عوام جو غلام

آهي. ۽ انهيءَ خيال جي ڪري هو اقليتي پورهيت جو حق ڪين ٿا ڏين. اهڙن غلط قسم جي ماڻهن کي اسان کي پنهنجي صفن مان ڪيڏو پوندو ۽ انهيءَ معاملي ۾ ايمانداريءَ کان ڪم وٺڻو پوندو. اقليتي عوام اسان جا غلام نه پر ڀائر آهن. ڪاروباري معاملن ۾ اسان کي گهرجي ته ساڻن هر ممڪن تعاون ڪريون، ۽ هر قسم جي نابرابري ۽ بي انصافي ختم ڪريون. جي نه ته اقليتي عوام ۾ هان عوام ۾ وٺي وڌندي ويندي ۽ نيٺ ڪو مقام ايندو جو اها وٺي ۽ اهو خال پري نه سگهبو، اقليتون ۽ هان ڌار ڌار ٿي ويندا. هڪٻئي کان پري ٿي ويندا، ڀائپيءَ وارو احساس ختم ٿي ويندو ۽ انهيءَ سان نقصان سراسر ملڪ جو ٿيندو. جنهن کي سامراجين ۽ استحصالين کان آزاد ڪرائڻ لاءِ اسان لاتعدا قربانيون ڏنيون آهن. هان عوام قانون کان مٿاهان نه آهن. سڀ کان مٿاهون خود وطن عزيز آهي، ۽ رياستي قانون هرهڪ تي برابر لاڳو ٿئي ٿو، پوءِ ڪٿي هان هجي يا هوئي، ڪميونسٽ هجي يا مسلمان، امير هجي يا پورهيت. هان ڪامريڊ اهو نه سمجهن ته قانون صرف اقليتن لاءِ آهي ۽ سندن لاءِ انهيءَ جي پوئواري ڪرڻ ضروري نه آهي. ۽ جيڪي اهو سمجهن ٿا ۽ ڪن ٿا سي عظيم هان ازم جي چار مان خود کي آزاد نه ڪرائي سگهيا آهن جڏهن ته ڪميونسٽ پارٽي انهيءَ سوچ جي سختيءَ سان مذمت ڪري ٿي.

جي مجموعي صورتحال جو جائزو ورتو وڃي ته اقليتي علائقن ۾ ڪم ڪندڙ هان ڪامريڊن ۾ عظيم هان ازم جا جيوڙا موجود آهن. پوءِ پارٽيءَ انهن جيوڙن کي مارڻ جو ڪم هٿ ۾ ڪنيو ۽ گهڻي ڀاڱي ڪاميابي به حاصل ڪئي، پر تڏهن به ڪن علائقن ۾ ته الٽو اها سوچ پختي ٿيندي ويئي ۽ پنهنجا قدم ڄمائڻ شروع ڪيائين. دراصل جن هنڌن تي انهيءَ سوچ کي پڪڙيو ويو. اها سوچ رکندڙ ڪامريڊن تي سخت لفظن ۾ تنقيد ڪئي ويئي ۽ انهيءَ سوچ خلاف سچائيءَ، خلوص ۽ ايمانداريءَ سان پروپيگنڊا ڪيو ويو ۽ اهڙن ڪارڪنن کي انفرادي ۽ اجتماعي طور تي انهيءَ ڪان جهليو ويو ته اتي صورتحال بهتر ٿي ويئي، پر جنهن علائقي ۾ انهيءَ ڏوهه جي تحقيق تي نامزد ڪيل ڪامريڊن پاڻ انهيءَ کي نظرانداز ڪيو، سختيءَ سان نه روڪيو يا سخت لفظن ۾ تنقيد نه ڪئي ته اتي حالتون جيئن پوءِ تيئن خراب ٿينديون ويون. انهيءَ ڪري، اهڙن علائقن ۾ هن وقت جيڪو وڏو مسئلو آهي، سو آهي، هان ڪارڪنن جي من مستي، هر ڪم تي پنهنجو اختيار ۽ قبضو رکڻ جي ڪوشش، اقليتي عوام ۽ ڪارڪنن کي نظرانداز ڪرڻ، يعني عظيم هان ازم.

اسان کي سوچڻ گهرجي ته ائين ڇو ٿيو؟ يعني هڪ ته هان ڪامريڊ عظيم هان ازم واري دنيا مان ٻاهر ڇو نه نڪتا ۽ ٻي ڳالهه اها ته انهيءَ سوچ جي تحقيقات

ڪرڻ ۽ ان کي روڪڻ لاءِ مقرر ڪيل ڪامريڊن
ايمانداريءَ کان ڪم ڇو نہ ورتو ۽ انهيءَ سوچ تي
تنقيد ڇو نہ ڪئي؟ دراصل اهڙن ڪارڪنن جي صحيح
ڏهوني ذهني تربيت نہ ٿيل آهي ۽ ڪين انهيءَ ڳالهہ
جو احساس نہ آهي تہ عظيم هان ازم جو اثر سڌو سنئون
رياستي عوام جي اتحاد تي پوندو ۽ ملڪ جي سلامتيءَ
لاءِ خطرا پيدا ٿي پوندا، ۽ انهيءَ سان اقليتي عوام ۽
ڪميونسٽ پارٽيءَ جي سٺن ناتن تي اثر پوندو ۽ اقليتن جو
پارٽيءَ تان اعتماد کڄي ويندو، اسان جا اهڙا ڪارڪن
دوست اهو بہ نہ سمجهي سگهيا آهن تہ عظيم هان ازم
واري سوچ باعمل قيادت کي حقيقت کان پري ۽
لاتعلق ڪريو ڇڏي، هو سچ ۽ ڪوڙ ۾ فرق ڪونہ
ڪري سگهن، انصاف جوڙ وصفون منجهائن نڪريو
وڃن، ۽ اهڙي صورت ۾ جيڪو ڪم ٿئي ٿو سو
لاپرواهيءَ وارو هوندو آهي، جنهن مان ڪو فائدو نٿو
رسي سگهي. هو اهو بہ نٿا سمجهن تہ جي هڪ دفعو
عظيم هان ازم واري سوچ کي ختم ڪرڻ ۾ ڪاميابي
حاصل ٿي ويئي تہ پوءِ هان ۽ اقليتي عوام مان ڏاريائپ
وارا جذبا نڪري ويندا، پوري ملڪ ۾ ڀائيچاري واري
فضا قائم ٿيندي ۽ ملڪ هڪ وڏي گهر، ۽ مختلف
قومون ان ۾ رهندڙ هڪ ئي خاندان جي حيثيت اختيار
ڪري وينديون، پارٽي ۽ اقليتي عوام جا ناتا اڃان
مضبوط ٿيندا، عوام جو نظرياتي شعور سجاڳ ٿيندو ۽

جمهوري عوام جي ذهني ۽ جسماني صلاحتين کي ملڪ جي ترقيءَ لاءِ استعمال ڪري سگهبو.

ڪجهه ماڻهو انهيءَ طريقي ڪار جا مخالف آهن. هو اهو سبب ڏين ٿا ته اقليتي ڪارڪنن کي برابريءَ واري اهميت ڏيئي اسين هان ڪارڪنن جي ڪارڪردگي متاثر ڪري رهيا آهيون ۽ سندن صلاحيتن کي زنگ لڳائي رهيا آهيون. پر اسين سمجهون ٿا ته عظيم هان ازم خلاف اسان جي جدوجهد مارڪسزم ۽ ليننزم جي اصولن تي ٻڌل آهي ۽ اهو ايترو گنڀير مسئلو آهي جنهن تي انهيءَ ڳالهه جو مڪمل دارومدار آهي ته آيا اسان جي ملڪ ۾ سوشلسٽ سماج قائم ٿي سگهندو يا نه؟!

عظيم هان ازم اهڙي سوچ آهي جنهن تي ڪو سمجهوتو نٿو ڪري سگهجي، اها اهڙي سوچ آهي جنهن کي لازمي طور تي ختم ڪرڻو آهي ۽ جيستائين اها سوچ موجود آهي. اسان کي ان جي مخالفت انتهائي ثابت قدميءَ سان ڪرڻي آهي، سچائيءَ ۽ سنجيدگيءَ سان ڪرڻي آهي ۽ وڏي واڪ ڪرڻي آهي. وقتي طور تي هان ڪامريڊن کي ضرور تڪليف رسندي پر آخرڪار هو اسانجو نڪتو سمجهي ويندا ۽ ڪم چڱي نموني اڳتي وڌندو جيڪي ماڻهو اهو چون ٿا ته اسان جي پاليسيءَ جي ڪري هان ڪارڪنن جي صلاحتين کي زنگ لڳي رهيو آهي، تن کي اهو سوچڻ گهرجي ته زنگ لڳڻ جو ڪو سبب نه آهي. هان ڪامريڊن جي

صلاحيتن جو انهيءَ کان وڌيڪ ٻيو ڪهڙو اعتراف ٿي سگهي ٿو جو اسين ڪانئن اقليتي ڪارڪنن جي تربيت جو ڪم وٺي رهيا آهيون، انهيءَ ۾ ته پاڻ مٿن ڳريون ذميواريون ٿيون لاڳو ٿين ۽ انهن ذميوارين جي تڪميل لاءِ ڪين هروقت هوشيار رهڻو پوندو ۽ پنهنجي ڪارڪردگي اڳي کان ٻه ڀهتر بنائڻي پوندي. پر جي انهيءَ هوندي به ڪير اهو ٿو سمجهي ته پوءِ اسين به چونداسين ته بيشڪ انهن جي صلاحيتن کي زنگ لڳو رهي ڇو جو جيڪي اسان جي صحيح ڳالهه نٿا سمجهن سي جهڙوڪر اسان جي پاليسيءَ جا مخالف آهن ۽ قانون جي پيچڪڙي ٿا ڪن. انهيءَ کان پل ته هو ڪم نه ڪن.

ڪجهه اقليتي ڪارڪنن ۽ عوام جي اقليتي طبقن ۾ علائقائي قوم پرستيءَ جا جيوڙا پڻ موجود آهن. قومي سوال جي معاملي ۾ علائقائي قوم پرستيءَ جي موجودگي عظيم هان ازم وانگر علائقائيت جي اظهار مثل آهي. اها سوچ نتيجو آهي سياسي شعور جي ڪميءَ جو، اهڙا ڪارڪن جيڪي هڪ وطن، هڪ خاندان، متحد ۽ مضبوط قائم ڪرڻ واري اسان جي پاليسيءَ کي چڱيءَ ريت نه سمجهي سگهيا آهن ۽ نه وري سندن تنگ نظري هان ڪارڪنن جي مدد کي سمجهي رهي آهي. هو اهو نٿا سمجهن ته هان ڪامريڊن جي مدد ڪانسواءِ هو پنهنجن سياسي ادارن، معاشي معاملن ۽ ثقافتي زندگيءَ کي تيزيءَ سان ترقيءَ جي شاهراهه تي گامزن نٿا

ڪري سگهن ۽ جي هنن هان ڪامريڊن جي مدد وٺڻ کان انڪار ڪيو ته پنهنجي پوئتي پيل حالت کي سڌاري نه سگهندا. اقليتي ڪارڪنن ۾ علائقائيت جا سخت جذبا، جمهوري ۽ سوشلسٽ سڌارا لاڳو ڪرڻ ۾ رڪاوٽ بڻبا ۽ نتيجي طور هو سوشلسٽ سماج جي تعمير واري ڪم ۾ پوئتي رهجي ويندا. جيڪڏهن ته علائقائي قوم پرستن کي هان ڪامريڊن جي مدد جو اندازو نه آهي، تنهن ڪري هو سندن علائقن ۾ اچي ڪم ڪرڻ کي ناپسند ٿا ڪن. اهو دراصل انهيءَ ڪري آهي جو هو خود کي سڀ کان اتم ۽ وڏو ٿا سمجهن ۽ منجهن انهيءَ سوچ جي موجودگي خود سندن عوام جي مفادن خلاف آهي ۽ چين جي سمورن قومن جي ترقيءَ لاءِ نقصان ڪار آهي. گذريل ڪيترن سالن ۾ سياسي تعليم ذريعي انهيءَ سوچ کي صحيح رخ ڏانهن موڙيو ويو آهي.

عظيم هان ازم وانگر علائقائي قوم پرستيءَ جي به هڪ طويل تاريخ آهي ۽ انهيءَ جي پيدائش جو سبب خود عظيم هان ازم آهي!

هان قوم جڏهين پنهنجي برتري ۽ وڏائيءَ جو پرچار وڏي واڪ شروع ڪيو ۽ جڏهن انهيءَ سوچ تحت اقليتن تي ظلم ڪرڻ شروع ڪيو ته اقليتن پنهنجي دفاع ۾ پنهنجي قومي برتريءَ جو نعرو بلند ڪيو ۽ اهڙيءَ ريت عظيم هان ازم جي جواب ۾ علائقائي

قوم پرستيءَ جا جذبا پيدا ٿيا جيڪي ڪميونسٽ پارٽيءَ
جي ميدان ۾ اچڻ تائين انتهائي شديد رهيا. ٻنهي قسمن
جي سوچ قابل مذمت آهي ۽ ٻنهي جي مخالفت ڪرڻ
گهرجي، پر پهرين عظيم هان ازم واري سوچ کي ختم
ڪرڻو پوندو ڇو ته علائقائي قوم پرستي ته رد عمل طور پيدا
ٿيل آهي، جي انهيءَ سوچ جو محرڪ ئي ختم ڪيو
ويو ته پاڻ مرادو علائقائي قوم پرستيءَ وارا جذبا ختم
ٿي ويندا. جي موجوده صورتحال ۾ اسان ٻنهي قسمن
جي سوچن جي خاتمي لاءِ هڪجيتري قوت استعمال
ڪئي ته قوميتن جي ذهن ۾ اها ڳالهه ويهي ويندي ته
اسان به اڪيائيءَ کان ڪم ورتو آهي. عظيم هان ازم
تي ڪنٽرول ڪرڻ وڌيڪ اهميت رکي ٿو بنسبت
علائقائي قوم پرستيءَ جي، ۽ اسان کي اڳين ئي ڪرڻ
گهرجي. ڪن ڪن هنڌن تي علائقائي عوام هان ڪامريڊن
اڳيان خود کي گهٽ ٿو سمجهي جو ماضيءَ ۾ کين
اهو سمجهڻ تي مجبور ڪيو ويو هو. اهڙن هنڌن تي
اسان کي اقليتن جي تمام گهڻي حمايت ڪرڻي پوندي
۽ منجهن اهو شعور پيدا ڪرڻ لاءِ سخت جدوجهد
ڪرڻي پوندي ته هو ڪنهن کان به گهٽ نه آهن.

علائقائي قوم پرستي وارن جذبن جي پيدا ٿيڻ جو
هڪ سبب اهو به آهي جو انهن جي جائز ۽ قومي
جذبن جو به اڳ خيال نه رکيو ويو يا اڃان به ڪٿي
ڪٿي سندن قومي جذبن کي هروڀرو علائقائي قوم پرستيءَ

جو روپ ڏنو ويو ۽ مٿن تنقيد ڪئي ويئي. ڇيئرمين
مائو ۽ پارٽيءَ جي سڄ تي ڪجهه اقليتي ڪارڪنن،
قومي سوال جي معاملي ۾ پارٽي لائين جي مخالفت ۾
ڪم ڪندڙ گروهن جبي نشان دهي ڪئي ۽ اهڙي
صورتحال کي پڌرو ڪيو جيڪا پارٽيءَ جي ۽ عوامي
مفادن خلاف سرگرم هئي. انهن باهمت ڪارڪنن
انهيءَ صورتحال تي سخت تنقيد ڪئي، ۽ اقليتي علائقن
۾ اهڙين سرگرمين جي ارتڪاب خلاف سخت سزائن
جو مطالبو ڪيو ۽ اهڙي صورتحال کي درست ڪرڻ
لاءِ هنن پنهنجن خيالن جو به اظهار ڪيو. اهو اظهار
قومي جذبن جو اظهار هو ۽ انهيءَ کي علائقائي قوم پرستيءَ
قرار ڏيڻ تمام وڏو ڏوهه، اسان کي انهيءَ ڏس ۾
هوشيار رهڻ گهرجي ۽ ڪنهن قسم جي فتويٰ ڏيڻ کان
اڳ صورتحال جو چڱيءَ ريت جائزو وٺي، خيالن کي
چڱيءَ ريت سمجهي، پروڙي ۽ پرکي پوءِ ڪنهن قسم
جو بيان ڏيڻ گهرجي. قومي ڪارڪنن جي هر ڳالهه
کي جي اسان علائقائي قوم پرستي قرار ڏنو ته انهيءَ جا
نتيجا نهايت اگرا نڪرندا. نه صرف ايترو پر اسانکي
ته قومي اقليتن ۾ اهڙا جذبا پيدا ڪرڻ گهرجن ۽
غلطين جي نشان دهي ڪرڻ وارن جي همٿ افزائي
ڪرڻ گهرجي جيئن هو وڌيڪ جانفشانيءَ سان ۽
ايمانداريءَ سان ڪم ڪن. اسان جي صفن ۾ جي اهڙا
لائق، سچا ۽ کرا ماڻهو موجود هوندا ته اسانجو ڪم

پاڻ آسان ٿيندو، غلطين جي اصلاح ڪرڻ ۾ آساني ٿيندي.

هان ڪامريڊن جي عظيم هان ازم ۽ علاقائي قوم پرستي ڪانسواءِ هڪ گروهه اهڙو به هوندو آهي جيڪو وري پنهنجو روايتي لباس پائڻ، ۽ پنهنجي مادري ۽ قومي علاقائي ٻولي ڳالهائڻ پسند نه ڪندو آهي. پارٽيءَ صرف اهو چيو هو ته جيڪي ريتون ۽ رسمون نقصان ڪار آهن، تن کي ترڪ ڪرڻ گهرجي، ۽ تمام ڪارڪنن کي سخت هدايت ڪيل هئي، ايتري قدر جو هان ڪامريڊن کي به سخت تاڪيد ڪيل هئي ته قومي اقليتن جي ريتن رسمن مذهب ۽ ٻوليءَ سان هٿ چراند نه ڪئي وڃي. پر هنن خود کي پارٽيءَ جو وڌيڪ وفادار ثابت ڪرڻ لاءِ خود پنهنجي ٻولي ۽ ريتن رسمن ۽ مذهبي خيالن سان بغاوت ڪئي ۽ نتيجي ۾ پنهنجي عوام کان ٽٽي ويا. عوام اهڙن ڪارڪنن کي قطعي قبول نه ڪندو جيڪي سندن ريتن رسمن ۽ مذهبي جذبن ۽ ٻوليءَ جو احترام نه ڪن ۽ اهڙا ڪارڪن ته سندن نفرت جو شڪار ٿيندا آهن جيڪي انهن مان هجڻ جي باوجود، پنهنجي ٻولي، ريتن رسمن ۽ مذهب سان بغاوت ڪندا آهن. اهي ماڻهو قطعي طور تي پنهنجي قوم جي نمائندگيءَ جي قابل نه آهن ۽ نه ئي هو اسانجي قوميتن واري ڪم ۾ اسانجا مددگار ۽ معاون ثابت ٿي سگهن ٿا. اسان کي اهڙن ماڻهن تي فخر نه ڪرڻ گهرجي

سندن اصلاح ڪرڻ گهرجي چو ته جيڪو پنهنجن جوڻي نه ڏيو سو اسان جو ڪيئن ٿيندو. اڪثريت جي مذهب ريتن رسمن، ۽ ٻوليءَ جو احترام ڪرڻ سٺي ڳالهه آهي، پر پنهنجي تهذيب ۽ ثقافت سان بغاوت ڪا سٺي ڳالهه نه آهي. اسان ڪي قومي اقليتن ۾ پنهنجا پير، ڄمائڻا آهن، ڪين پنهنجائپ جو احساس ڏيارڻو آهي ۽ اهڙا ڪارڪن اسان جي انهيءَ مقصد جي حصول ۾ وڏي ۾ وڏي رڪاوٽ ثابت ٿين ٿا. چاڪاڻ ته هي ماڻهو عظيم هان ازم واري سوچ رکندڙ ڪامريڊن جي اثر هيٺ هوندا آهن، انهيءَ ڪري پنهنجن ڪمن ۾ ٻه نوڪر شاهيءَ وارو رويو رکندا آهن، پنهنجي ماتحت ڪارڪنن يا گڏ ڪم ڪندڙ ڪامريڊن تي سختيون ڪندا آهن ۽ قانون جو احترام نه ڪندا آهن. جيتوڻيڪ هنن اعلانيه پنهنجي قوم ذي منائي هوندي آهي، پر پنهنجي عمل ذريعي عظيم هان ازم جو اظهار ڪندا آهن ۽ اسانکي عظيم هان ازم جي هر صورت ۾ مخالفت ڪرڻي آهي.

طبقاتي فرق، عظيم هان ازم ۽ علاقائي قوم پرستيءَ جي پيدائش جو هڪ اهم سبب آهي. ۽ آزاديءَ ڪانپوءِ پارٽي انهيءَ ڏس ۾ ٻه جاکوڙ ڪري رهي آهي ته ملڪ جي عوام مان طبقاتي فرق ڪي مٽايو وڃي ۽ سڀني طبقن ۾ برابري ۽ ڀائيچاري واري فضا قائم ڪئي وڃي جيئن جيئن اسان اهو فرق دور ڪندا ويندا سون تيئن

تيئن، آهستي آهستي عظيم هان ازم ۽ علائقائي قوم پرستي
به ختم ٿيندي ويندي. اهو عمل آهستي آهستي ظاهر
ٿيندو ۽ پنهنجو اثر ڏيکاريندو جتي اسين طبقاتي فرق،
کي ختم ڪرڻ لاءِ ڪارڪنن ۽ عوام جي تعليم ۽
تربيت ڪري رهيا آهيون بالڪل انهيءَ نموني
عظيم هان ازم ۽ علائقائي قوم پرستيءَ خلاف عوام ۽
ڪارڪنن جي تربيت ڪرڻي پوندي. ياد رکڻ گهرجي
ته پهرين عظيم هان ازم تي ڪنٽرول ڪرڻو پوندو ۽ پوءِ
علائقائي قوم پرستيءَ تي.

عظيم هان ازم تحت جن ڳالهين کي اسين غلط
سمجهون ٿا تن تي هر وقت سخت تنقيد ڪرڻ
گهرجي، پر تنقيد ڪرڻ وقت به اسان کي ڪجهه
ڳالهين جو خيال رکڻو پوندو. هڪڙو ماڻهو شعوري طور
تي، ڄاڻي ٻجهي اهڙي سوچ رکي ٿو ۽ اهڙن خيالن
جو نرملا به اظهار ڪري ٿو ۽ هڪ ٻيو ماڻهو اتفاقي
طور تي يا غير ارادي طور تي ڪا اهڙي ڳالهه ڪري
ٿو جيڪا عظيم هان ازم جي سري هيٺ اچي ٿي. اهي
ٻئي هڪ جيتري تنقيد ۽ سزا جا حقدار نه آهن. انهن
مان پهرئين قسم جا ماڻهو آهن جن تي تنقيد ڪرڻ گهرجي؛

ڪي ماڻهو اهڙا هوندا جيڪي سمجهي پروڙي ڏوهه
ڪندا آهن، ۽ ٻيا اهي آهن جيڪي ڏينهن رات محنت
ڪندا آهن، پنهنجي پاڙن جي حالت بهتر بنائڻ لاءِ
پنهنجو آرام ۽ سک قربائي ڇڏيندا آهن ۽ انهيءَ ڪوشش

۾ ڪاڻن ڪجهه غلطيون به ٿي وينديون آهن، ته انهن مان به ٻهرئين قسم جا ماڻهو قابل سزا ڏوهاري آهن.

ڪي اهڙا ماڻهو آهن جيڪي پنهنجي غلطي ۽ ڏوهه تسليم ڪندا آهن ۽ پنهنجي اصلاح ڪرڻ جي ڪوشش ڪندا آهن ۽ ٻيا جيڪي سمجهائڻ جي باوجود به نه ته پنهنجي غلطي تسليم ڪندا نه پنهنجي اصلاح ڪرڻ جي ڪوشش ڪندا آهن، ته انهن ٻنهي صورتن ۾ اسان کي نهايت محتاط رهڻو پوندو ڇو ته اسان جي هر ماڻهوءَ کي ساڳي لٺ سان هڪليو ته انهيءَ سان اسان تي حرف ايندو. جيڪو واقعي ڏوهاري هجي، تنهن کي سزا ڏيڻ ۾ ڪا رعايت نه ڪرڻ گهرجي ۽ ٻيا جن کان اتفاق سان يا غير شعوري طور تي ڪو ڏوهه ٿي وڃي ته ان سان نرم رويو اختيار ڪجي ۽ صرف کيس اهو احساس ڏيارجي ته هن ڪو غلط ڪم ڪيو آهي ۽ اهوئي ڪافي ثابت ٿيندو آهي اسان کي مجموعي طور تي ماضيءَ جي غلطين متعلق نرم رويو اختيار ڪرڻ گهرجي پر مستقبل متعلق سخت ۽ محتاط رويو اختيار ڪرڻ گهرجي. اهڙن ڪامريڊن جي معاملي ۾، جيڪي ڏوهه ڪندا آهن ۽ سمجهائڻ جي باوجود نه سمجهندا آهن تن خلاف سخت قدم کڻڻ لازمي آهي، باقي اهڙا عام ماڻهو جي ڪو غلط ڪم ڪن ته انهن کي زباني سمجهائي ڇڏڻ ئي ڪافي آهي، پر انهيءَ جو اهو به مطلب نه آهي ته عام ماڻهن يا پارٽيءَ جي

ڪامريڊن کي مارڪسزم لنين ازم جي ڪنهن اصول جي خلاف ورزي ڪرڻ جي اجازت ڏني وڃي. ڪميونسٽ پارٽيءَ جي هر رڪن کي پارٽيءَ جي اصولن تي سختيءَ سان عمل ڪرڻ گهرجي ۽ قوتين متعلق چيئرمين مائو جي فڪر ۽ خيالن جي روشنيءَ سان سموري وطن کي روشن ڪري ڇڏڻ گهرجي. عظيم هان ازم ۽ علائقائي قوم پرستيءَ وارن محاذن تي بالترتيب هان ڪامريڊن ۽ علائقائي ڪارڪنن کي ڇڏجي ۽ کين هدايت ڪجي ته سختيءَ سان پنهنجي پنهنجي محاذ تي دشمنن کي منهن ڏين. هان ڪامريڊ عظيم هان ازم خلاف ۽ علائقائي ڪارڪن علائقائي قوم پرستيءَ خلاف.

ڪي مائو انهيءَ خيال جا حامي آهن ته جي قومي سوال وارو مسئلو ايترو ڏکيو آهي ته انهيءَ ميدان ۾ ڪم ڪرڻ جو ڪهڙو ضرور آهي. اڪثريتي قوم هان جي آبادي ايتري آهي جو اقليتون ڪجهه به نه ڪري سگهنديون ۽ ملڪ جو انتظام حسن خوبيءَ سان هان ڪامريڊن جي مدد سان هلائي سگهجي ٿو. اسان جا اهي دوست ناسمجهه آهن، ڪميونسٽ پارٽيءَ جا سٺا ڪارڪن نه آهن ۽ چيئرمين مائو جا سچا حامي نه آهن. سوشلسٽ معاشري جي تعمير لاءِ ملڪ ۾ انصاف ۽ برابريءَ واري ماحول جو هجڻ تمام لازمي ۽ ضروري آهي. اسان جي آزاديءَ جو مقصد تڏهن حاصل ٿيندو جڏهن ملڪ جي سموري عوام کي سندن حق ملندا ۽ ملڪ ترقي به انهيءَ صورت

۽ ڪندو جڏهن اڪثريتي عوام توڙي اقليتي عوام گڏجي جدوجهد ڪندا. انهيءَ ڪري اهو تمام ضروري آهي ته اسين قومي سوال واري معاملي کي طئي ڪرڻ لاءِ هر ممڪن ڪوشش ڪريون ۽ برابري ۽ انصاف وارن اصولن تي بدل معاشري جي تعمير لاءِ رستي ۾ جيڪي به رڪاوٽون اچن ٿيون انهن جو مردانگيءَ سان مقابلو ڪريون. چيئرمين مائو جي خيالن جي خلاف ورزي ڪندڙن خلاف نظرياتي جنگ ڪريون، عظيم هان ازم ۽ علائقائي قوم پرستيءَ وارن جذبن کي پنهنجن دماغن مان ڪڍي ڦٽو ڪريون ۽ هر لحاظ کان پنهنجي آزاديءَ جي حفاظت ڪريون.

---

# قومي اقليتن جي مسئلي متعلق پهرين
# ڪل چين سوويتن جي ڪانگريس جي قرارداد

١- چين آبادي ۽ پکيڙ جي لحاظ کان هڪ تمام وڏو ملڪ آهي ۽ هن ۾ ڪيترين ئي قومون آباد آهن. هان اڪثريتي قوم آهي جڏهن ته ٻيون قومون اقليت ۾ آهن. صدين کان اهي قومي اقليتون بادشاهت، جاگيرداري، نوڪر شاهي، سرمايہ داري جي گهاڻن ۾ پيڙهبيون رهيون آهن، ۽ ظلم ۽ ڏاڍ سان کين غلام بنايو ويو ۽ سندن جائز حق کسيا ويا. قومي اقليتن کي هر قسم جي آزاديءَ کان محروم رکيو ويو ۽ هو جانورن کان بہ بدتر زندگي گذارڻ تي مجبور ڪيا ويا. ڏڪارن ۽ ٻين قدرتي آفتن جي تباهيءَ اقليتي آباد علائقن کي ويران ڪري ڇڏيو ۽ پنهنجن جائز حقن جي حصول لاءِ اقليتن جي هلايل هر تحريڪ کي نهايت بي رحميءَ سان دٻايو ويو، هر آواز کي گهٽيو ويو. ڪومنتانگ دور ۾ جاگيردارن، وڏيرن، ۽ نوڪر شاهيءَ جي انهيءَ ڦرلٽ، ظلم ۽ ڏاڍ ۾ اڃان بہ واڌارو ٿيو.

مزورن، هارين ۽ سپاهين جي نمائندن جي پهرين

ڪل چين ڪانگريس، چيني مزورن، هارين ۽ تمام اقليتي عوام کي سن يات سين جي پيش ڪيل قوم پرستيءَ واري اصول خلاف بهادريءَ سان جدوجهد ڪرڻ جي دعوت ڏئي ٿي چاڪاڻ ته اها قوم پرستي صرف جاگيردارن، وڏيرن، نوڪر شاهي ۽ اڪثريتي عوام جي مٿاهين طبقي جي مفادن جي نگراني ڪري ٿي، جنهن کي اسين رد ڪريون ٿا.

٢- چيني مزور، هاري، سپاهي ۽ ٻيا سمورا محنت ڪش ڪارڪن، قومي اقليتن ۽ غريب عوام تي ٿيندڙ ظلم خلاف زبردست جدوجهد ڪندا ۽ غلامي جو طوق ڳچيءَ مان لاهڻ لاءِ آخر دم تائين وڙهندا. اقليتن جي حقن جي حفاظت واري نظري تحت پهرين ڪل چين سوويت ڪانگريس، قومن جو خودارادیت واري حق جي حمايت ڪري ٿي ۽ انهيءَ کي تسليم ڪري ٿي. اهڙا ضلعا ۽ صوبا جتي جي آباديءَ جي اڪثريت غير چيني اقليتن تي مشتمل آهي تن کي اهو حق حاصل آهي ته هو پنهنجي حاڪميت متعلق پاڻ فيصلو ڪن، آيا هو چيني سوويت جمهور ۾ رهڻ چاهين ٿا يا پنهنجي خودمختيار رياست قائم ڪرڻ ٿا چاهين يا هو سوويت رياستن جي يونين ۾ ٿا شامل ٿيڻ چاهين.

چيني مزورن، هارين ۽ سپاهين جي هيءَ ڪانگريس، قومي اقليتن جي حقن جي جنگ ۾ جاگيردارن، وڏيرن

۾ نوڪر شاهيءَ خلاف اقليتن جي هر ممڪن مدد ڪندي ۽ هر ميدان ۾ سندن حمايت ڪندي.

٣- اسين اهو به واضح ڪرڻ ضروري ٿا سمجهون ته ظلم ۽ ڏاڍ جو شڪار صرف قومي اقليتن جو محنت ڪش طبقو نه آهي، پر خود چيني (هان) مزور، هاري به انهيءَ ظلم جو شڪار آهن. گڏوگڏ اهو به سمجهڻ گهرجي ته قومي اقليتي عوام نه رڳو چيني جنگ بازن ۽ سامراجين جي ظلم جو شڪار آهي، پر هو پنهنجي زميندارن، آفيسرن، وڏيرن ۽ جاگيردارن جي ظلم جي گهاڻي ۾ پيڙهجي رهيو آهي. جهڙيءَ ريت منگوليا ۾ شهزادن، تبت ۾ لامائن، ڪوريا ۾ اشرافيه جي ظلم جا شڪار آهن. اهي حڪمران ۽ متانهان طبقا سامراجين جا ايجنٽ آهن، انهيءَ ڪري اسين قومي اقليتن جي مزور هاري طبقي ۽ چيني مزورن ۽ هارين کي دعوت ٿا ڏيون ته پنهنجن انهن دشمنن خلاف، سامراجي ۽ مقامي جاگيردارن جي اقتدار خلاف ۽ مزورن ۽ هارين جي حڪومت قائم ڪرڻ خاطر متحد ٿي جدوجهد ڪن.

٤- اسين اهو واضح اعلان ٿا ڪريون ته چين ۾ ڪنهن به طبقي تي، ڪنهن به قوميت تي ظلم نه ٿيڻ ڏنو ويندو، هتي هر قسم جي تعصب ۽ دشمنيءَ کان پاڪ معاشرو قائم ڪيو ويندو، هر هڪ جي حق جي حفاظت ڪئي ويندي ۽ ملڪي قانون، سڀني تي لاڳو ڪيا ويندا ۽ هر ڪنهن کي انهن قانونن جي پوڙواري

ڪرڻي پوندي، پوءِ ڪٿي سنڌس تعلق ڪنهن ٻه قوم سان هجي.

ملڪ جي پوئتي پيل علائقن ۾ پيداواري قوتن کي ترقي وٺرائبي ۽ قومي ثقافت کي هر علائقي ۾ متعارف ڪرائبو.

تعليم کي عام ۽ سستو ڪيو ويندو ۽ اهو بندوبست ڪيو ويندو جيئن ٻارڙن کي سندن مادري زبان ۾ تعليم ڏني وڃي، ادب کي ترقي وٺرائڻ لاءِ حڪومت جي تعاون سان اشاعتي ادارا قائم ڪيا ويندا جيڪي مقامي ادب جي سرپرستي ڪندا، ۽ تمام حڪومتي شعبن ۾ مقامي ٻوليءَ لکڻ ۽ ڳالهائڻ جي اجازت ڏني ويندي. مزورن ۽ هارين کي روزگار فراهم ڪيو ويندو، سندن علائقن ۾ صنعتون قائم ڪيون وينديون ۽ انهن ۾ صرف مقامي ماڻهن کي رکيو ويندو. وڏي قوم جي شاون ازم خلاف جدوجهد ڪئي ويندي ۽ ڪين اقليتن تي فوقيت نه ڏني ويندي.

# "گڏيل پروگرام ۾ آئين" سان قومي سوال متعلق ٽڪرا

١- عوامي جمهوري چين ۾ رهندڙ تمام قومون برابر آهن تمام قوميتن کي ايڪي ۾ ٻڌيءَ سان رهڻ گهرجي ۾ پنهنجن دشمنن خلاف گڏيل جدوجهد ڪرڻ کپي، جيئن منجهن محبت ۽ خلوص وڌي ۽ هو هڪ خاندان وانگر رهي سگهن. اڪثريتي قوم جي شاون ازم جي مخالفت ڪرڻ گهرجي. قومي تعصب، ظلم ۽ ڏاڍ ۽ قوميتن جي ايڪي ۾ رڪاوٽون پيدا ڪرڻ قانوني ڏوهه ليکيا ويندا ۽ ڏوهارين کي سخت سزا ڏني ويندي.

٢- جتي جتي قومي اقليتون رهندڙ آهن، اتي علائقائي خودمختياريءَ جي پاليسيءَ تي عمل ڪيو ويندو ۾ خودمختيار ادارا قائم ڪيا ويندا، رياستي حڪومت ۾ اقليتن کي مناسب نمائندگي ڏني ويندي.

٣- قومي اقليتي عوام کي عوامي فوج ۾ شامل ٿيڻ جي آزادي حاصل رهندي ۽ هو پنهنجي رياستي فوج به قائم ڪري سگهندا.

٤- تمام قومي اقليتن کي پنهنجي ٻولي، ريتن رسمن ۽ مذهبي عقيدن جي تحفظ ڪرڻ جو اختيار حاصل هوندو ۽ حڪومت به انهيءَ معاملي ۾ سندن هر ممڪن مدد ڪندي.

---

## عظمت ادبي اڪيڊمي ۽ جا مارڪيٽ ۾ موجود ڪتاب ۽ ايندڙ ڪتاب - مختصر تعارف

١- جي ماريا نه موت .- ويتنام جي هڪ جوڙي جوان جي زندگيءَ جو احوال جنهن وطن جي آزاديءَ لاءِ وڙهندي موت کي قبول ڪيو- حب الوطني بهادري، ۽ ايثار جو هڪ نئون وسرندڙ داستان- ڇوٿون ڇاپو - سفيد ڪاغذ، نئون ٽائيٽل صفحا ١٥٠ - قيمت صرف ١٤-٠٠ روپيا.

٢- انقلابي شاهراه - هنديءَ جي مهان ليکڪ انچل جي ناول جو ترجمو- مترجم گوبند مالهي- سنڌيءَ ۾ ٻيو ڇاپو - هڪ مزور جي زندگيءَ جي ڪهاڻي جنهن سرمائيدارن سان ٽڪر ورتو، جنهن هارين کي سجاڳ ڪيو ۽ ڪين جدوجهد ڪرڻ جو ڏانءُ سيکاريو ۽ خود پوليس جي گولين جو بک ٿيڻجي ويو- صفحا ٣٠٠ سفيد ڪاغذ، قيمت ١٦-٠٠

٣- تاريخ ڇا آهي- اردوءَ جي سوشلسٽ اديب باري عليگ جو لکيل- تاريخ ڇا آهي؟ تاريخ جي علم جي واقفيت ڇو ضروري آهي؟ تاريخ پاڻ کي ڪيئن ورجائيندي آهي. دنيا جي تاريخ جو هڪ مختصر جائزو مثالن ۽ ثبوتن سان- سفيد ڪاغذ، صفحا ١٥٠ قيمت ١٢-٠٠

٤- لڳ منهنجا لوهه- ايران جي شاهه خلاف هلايل تحريڪ جي مشهور گوريلا خاتون اڳواڻ اشرف دهقاني جي هلچل وارن ڏينهن جي داستان- حيات. شاهه جي

پوليس جي ظلمن جو احوال ۽ جدوجهد ۾ حصو وٺندڙن جي ثابت قدميءَ جو بيان. اهو ڪتاب جنهن جو پهريون ڇاپو هڪ هفتي ۾ وڪامي ويو هو. ٻيو ڇاپو قيمت ٠٠-١٢

٥- ماؤءَ جا قول - عظيم چيني اڳواڻ جا قول ۽ جدوجهد، تحريڪ ۽ انقلاب متعلق خيال آخرين نڪتا ڏکي عرصي کانپوءِ ٻيو ڇاپو. جلد پنهنجي ڪاپي حاصل ڪريو، ڪٿي مايوس نه ٿيڻو پوي. سفيد ڪاغذ نئون ڊائيٽل، صفحا ٢٢٤ قيمت ٠٠-١٨ روپيا

٦- جڏهن جهوڪ جهري. اردوءَ جي مشهور دانشور سبط حسن جو لکيل ۽ رشيد ڀٽيءَ جو ترجمو ڪيل. سنڌ جي شهيد، شاهه عنايت جي زندگيءَ جو احوال. سفيد ڪاغذ، ڪارڊ ڪور، صفحا ٨٠ قيمت ٠٠-٦ روپيا

٧- اٺو لٺو ۽ اڇو. ڪرشن چندر جو لکيل هڪ نوجوان هاريءَ جي زندگيءَ جو احوال جنهن هارين جي حقن لاءِ جاگيردارن ۽ حڪومت وقت سان وڙهه ڪئي ۽ پنهنجي رت جو نذرانو پيش ڪيو. ۽ ايندڙ نسلن لاءِ مثال قائم ڪيو. صفحا ٢٠٠ قيمت ٠٠-١٦ روپيا

١٨ علم تدريس مظلومن لاءِ - جيڪي مظلوم آهن، جن تي ظلم ٿي رهيو آهي، جن جا حق غصب ڪيا ويا آهن، تن کي ڇا ڪرڻ گهرجي. اصل اسپيني ٻولي ۾ سنڌي ترجمو. محمدابراهيم جويو. صفحا ٠٠٤ سفيد ڪاغذ قيمت ٠٠-٢٥ روپيا صرف

# عظمت ادبي اڪيڊميءَ جا ڇپرايل ڪتاب

١- اکهاڙي ٻہ ڇاپا عمر ميمڻ
٢- عشق ٻہ ڇاپا عمر ميمڻ
٣- قرب جا ناتا عمر ميمڻ
٤- قيدياڻيءَ جي ڊائري ٻہ ڇاپا اختر بلوچ
٥- پيار ۽ پاپ موهن ڪلپنا
٦- ٻوڙهو ۽ سمنڊ عمر ميمڻ
٧- * جنم قيدي ٻہ ڇاپا يوسف بلوچ ١٦—٠٠
٨- جنگ ۽ انسان ٻہ ڇاپا عمر ميمڻ
٩- * جي مارئا نہ موت چار ايڊيشن تنوير عباسي ١٤—٠٠
١٠- ڏراڙن جا ڏک ٻہ ايڊيشن ماهوار تحريڪ
١١- * ڪپالهيون ڪنوارن جون ماهوار تحريڪ
١٢- * جنس پيار ۽ شادي عمر ميمڻ ٢٠—٠٠
١٣- پريت پراڻي ريت نرالي سندري انمچنداڻي
١٤- * سنڌي ٻوليءَ کي للڪار چار ڇاپا ماهوار ملير ٦—٠٠
١٥- * ان داتا ٻہ ڇاپا عمر ميمڻ ٦—٠٠
١٦- ويتنامي ڪهاڻيون ٻہ ڇاپا ماهوار تحريڪ
١٧- * پيار پيار پيڙا پيڙا سندري ١٠—٠٠
١٨- * تو جهڙين جي تات سندري ١١—٠٠

| | | | |
|---|---|---|---|
| ۱۹- | * لڳ منهنجا اوهه، ٻ ڇاپا | محبوب علي راهوجو | ۱۲-۰۰ |
| ۲۰- | * بي اولاد | عمر ميمڻ | ۵-۰۰ |
| ۲۱- | * ڪرنڊڙ ديوارون | سندري | ۱۲-۰۰ |
| ۲۲- | * رام محمد ديسوزا- | عمر ميمڻ | ۱۲-۰۰ |
| ۲۳- | * علم تدريس مظلومن لاءِ | محمد ابراهيم جويو | ۲۵-۰۰ |
| ۲۴- | * جڏهن جهوڪ جهريو | رشيد ڀٽي | ۶-۰۰ |
| ۲۵- | * اٽو لٽو ۽ اجهو | عمر ميمڻ | ۱۶-۰۰ |
| ۲۶- | * ماڻهوءَ جا قول- ٻ ڇاپا | لکانو بهرائي | ۱۸-۰۰ |
| ۲۷- | * تاريخ ڇا آهي. | عمر ميمڻ | ۱۲-۰۰ |
| ۲۸- | * چين ۾ قومي سوال | عمر ميمڻ | ۱۶-۰۰ |
| ۲۹- | * انقلابي شاهراهه | گوبند مالهي | ۱۶-۰۰ |

نشان لڳل ڪتاب موجود آهن.

## گهرائڻ لاءِ

## عظمت ادبي اڪيڊمي

سردار پرنٽنگ پريس ڪاڏي ڪاتو حيدرآباد.

۲- لطيف نيوز ايجنسي
لڳ عبرت پريس
ڪاڏي ڪاتو حيدرآباد

۳- سڳنڌ ڪتاب گهر
جناح باغ روڊ
لاڙڪاڻو

# پڙهندڙ نسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪَ ”لُڙهندڙ نسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرندڙ، اوسيئڙو ڪَندڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياڄوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سيني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعني e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پڙهندڙ نَسل (پَنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعوىٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي ورري پَنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہ ڪُوڙو آهي.

جهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. ٻين لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصيِ ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَٻِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَن پاران ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پڻن کي ڪُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي ته هو وَس پٽاندڙ وڏِ ڪان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن به رُڪاوٽ کي نه مڃن.

شيخ اَياز علمَ، ڄاڻ، سمجهه ۽ ڏاهپ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهه ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو ته:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهه پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالههَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهه نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!

مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رڻ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اڻچاٽائي کي پاڻ تي اِهو سوچي مَڙهڻ ته ”هاڻي ويڙهه ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَ جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڇي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻجاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **ڇو، ڇالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽل گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

**توهان بہ پڙهڻَ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا. بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها ٽوڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.**

وڻ وڻ کي مون ڀاڪي پائي چيو تہ ”منهنجا ڀاءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)